# سنڌي درسي ڪتاب

## ڀاڱو پهريون



سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، سنڌ.

غيرمادري زبان وارن آفيسرن/ ملازمن لاءِ سنڌي سکيا جو ڪتاب
سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جي نصاب ۽ منظوريءَ مطابق تيار ڪيل

# سنڌي درسي ڪتاب

## (ڀاڱو پهريون)

مصنف:
ڊاڪٽر غلام علي الانا
۽
ڪاميٽيءَ جا ميمبر




سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، سنڌ
1421/ 2000ع

كتاب: سنڌي درسي ڪتاب (پاڱو پهريون)
مصنف: پروفيسر ڊاڪٽر غلام علي الانا ۽
ڪاميٽيءَ جا ميمبر
ڇاپو: پهريون
تعداد: هڪ هزار
سال: آڪٽوبر، 2000ع
ڇپائيندڙ: سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، سنڌ
ڇپيندڙ: ميسرس پاڪيزه پرنٽرس، حيدرآباد، سنڌ

ملهه: 50 روپيا

ملڻ جا هنڌ:

- سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو، حيدرآباد، سنڌ
- شاهه لطيف ڪتاب گهر، گاڏي کاتو، حيدرآباد، سنڌ
- ڪاٺياواڙ بڪ اسٽور، اردو بازار، ڪراچي، سنڌ
- عزيز ڪتاب گهر، ٻراج روڊ، سکر، سنڌ

Name of Book: Sindhi Darsi Kitab (part I)
Author: Prof: Dr. Ghulam Ali Allana &
other members of committee
Published by: Sindhi Language Authority, Hyderabad, Sindh
Printed by: M/s Pakeeza Printers, Hyderabad, Sindh
First Edition: © October, 2000
Price: Rs: 50/=

هي ڪتاب سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي سيڪريٽري، تاج جويي ڇپائي اٿارٽيءَ جي آفيس، نئشنل هاءِ وي، حيدرآباد، سنڌ مان پڌرو ڪيو.

# پيش لفظ

سنڌي لئنگئيج اٿارٽي جن مقصدن لاءِ قائم ٿي آهي، انهن مقصدن مان هڪ هيءُ آهي:

(الف) اُهي ماڻهو جيڪي سنڌ ۾ سرڪاري توڙي نيم سرڪاري ادارن يا لوڪل باڊيز ۾ BPS-5 کان وٺي اعليٰ عهدن تائين ڪم ڪن ٿا، يا اهي آفيسر، جيڪي سنڌ ۾ ٻاهرين علائقن کان بدلي ٿي ايندا آهن، ۽ جن لاءِ سنڌ سرڪار جي فيصلي موجب سنڌي ٻولي سکڻ لازمي آهي، انهن لاءِ سنڌ جي مختلف شهرن ۾ سنڌي ٻوليءَ جي سيکارڻ جو بندوبست ڪرڻ، ۽ انهن لاءِ اهڙا مرڪز کولڻ.

(ب) اهڙيءَ طرح سرڪاري ملازمن کان سواءِ ٻيا اُهي ماڻهو، جيڪي سنڌي ٻولي سکڻ ۾ دلچسپي رکن ٿا، انهن کي بہ سنڌي ٻولي سيکارڻ جو بندوبست ڪرڻ.

(ت) سنڌ کان ٻاهر، پاڪستان جي ٻين صوبن ۾ يا دنيا ۾ ڪٿي بہ ڪي ماڻهو، سنڌي ٻولي سکڻ چاهين تہ انهن لاءِ سنڌي ٻولي سيکارڻ جو بندوبست ڪرڻ.

(ث) سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، پنهنجي قيام واري ابتدائي دور کان وٺي انهيءَ مقصد تي عملي قدم کڻڻ لاءِ سنڌي ٻوليءَ جا ڪلاس، پهرين ڪراچيءَ ۾، ۽ پوءِ ٻنهي شهرن يعني ڪراچيءَ ۽ حيدرآباد ۾ انهن سڀني ماڻهن لاءِ کوليا، جيڪي سنڌي زبان سان دلچسپي رکن ٿا؛ پوءِ چاهي اهي سرڪاري، نيم سرڪاري يا لوڪل باڊيز جا ملازم هجن يا خانگي طرح سنڌي ٻولي سکڻ چاهيندا هجن.

سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ، سنڌي سکڻ لاءِ اهڙا مرڪز تہ شروع ڪيا، پر حڪومت سنڌ طرفان انهيءَ عمل ۾ صحيح طرح سان اٿارٽيءَ سان ساٿ نہ ڏنو ويو؛ جيتوڻيڪ سرڪاري فيصلي موجب سنڌ ۾ سنڌي ۽ اردو ٻنهي ٻولين، BPS-5 کان وٺي، اعليٰ عهدي تائين مقرر ٿيل، سڀني ملازمن لاءِ لازمي طور سکڻيون آهن.

ان فيصلي تي اسڪولن ۾ پڙهندڙ شاگردن لاءِ تہ سنڌ سرڪار طرفان

قدم کنيو ويو ۽ اسڪولن ۾ سنڌي ۽ اردو ٻولين لازمي طور پڙهڻ ۽ پڙهائڻ جو بندوبست ڪيو ويو. پر سرڪاري، نيم سرڪاري ۽ لوڪل باڊيز جي دفترن ۾ ڪم ڪندڙ ملازمن لاءِ اردو ۽ سنڌي، لازمي طور سيکارڻ ۽ انهن ٻولين ۾ امتحان وٺڻ لاءِ سنڌ سرڪار خاموشي اختيار ڪئي.

ان سلسلي ۾ سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ طرفان سنڌ سرڪار جي واسطيدار کاتن سان لکپڙهه به ڪئي وئي، پر سرڪار طرفان انهيءَ فيصلي تي ڪوبه قدم نه کنيو ويو، ايتري قدر جو سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن، جنهن کي انهن ٻنهي ٻولين ۾ لازمي طور امتحان وٺڻو هو، تنهن به پنهنجي ساليانې رپورٽ، سال 1999ع جي صفحي 27 تي اهو ڄاڻائي شايد پنهنجو فرض پورو ڪيو ته سنڌي ۽ اردو زبانن ۾ امتحان ڏيڻ لاءِ ڪوبه اميدوار حاضر نه ٿيو.

شڪر آهي، جو اٿارٽيءَ طرفان خط و ڪتابت ڪان پوءِ سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جي چيئرمئن جناب ايم- ايم عثماني صاحب، اٿارٽيءَ جي گذارش تي اهو قبول ڪيو ۽ هن ڏس ۾ چيئرمئن صاحب سان مورخه 2000-2-1 هڪ گڏجاڻي ٿي. هن گڏجاڻيءَ ۾ سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جي چيئرمئن ۽ اٿارٽيءَ جي چيئرمئن، سيڪريٽريءَ ۽ پبليڪيشن آفيسر شرڪت ڪئي.

مذڪوره گڏجاڻيءَ ۾ سنڌي ٻولي سيکارڻ جي سلسلي ۾ ڪي اهم فيصلا ٿيا ۽ انهن فيصلن تي عمل درآمد لاءِ هڪ ڪاميٽي ٺاهي وئي، جنهن کي سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جي اسڪيم آف اسٽڊيز موجب سنڌي ٻوليءَ جي سکڻ لاءِ نصاب ٺاهڻ جو اختيار ڏنو ويو. تاريخ 2000-2-29 تي مذڪوره ڪاميٽيءَ جي گڏجاڻي ٿي، جنهن ۾ سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جي اسڪيم آف اسٽڊيز کي سامهون رکي، BPS-5 کان وٺي BPS-16 تائين، ۽ BPS-17 ۽ ان کان مٿي ڪم ڪندڙ آفيسرن ملازمن لاءِ نصاب تجويز ڪيو ويو، ۽ ان گڏجاڻيءَ ۾ اٿارٽيءَ جي چيئرمئن کي اهو اختيار ڏنو ويو ته هو ڪاميٽيءَ جي ميمبرن هر هڪ: محترم محمد ابراهيم جويو، تاج جويو ۽ امين لغاريءَ کي شامل ڪري، ٻنهي امتحانن لاءِ ڪتاب تيار ڪري.

ڪاميٽيءَ جي سامهون اِها ڳالهه به واضح طور پيش ڪئي وئي ته ان قسم جي نصاب ۽ امتحان لاءِ فنڪشنل سنڌيءَ جي [illegible] ڪتاب تيار ڪرڻ گهرجن ته جيئن سنڌي ٻولي سکندڙ آسانيءَ سان [illegible] معنيٰ انهن [illegible] فقط سنڌي ٻولي لکي پڙهي ۽ ڳالهائي سگهن. [illegible] ٻوليءَ جي [illegible]

صرفي ۽ نحوي ساخت بہ گھڻي قدر سمجھ ۾ اچي وڃي، ۽ ان سان گڏ سنڌي لغات جو ڪافي مواد بہ، سنڌي سکندڙ جي لفظي ذخيري (vocabulary) ۾ شامل ٿئي.

هي ڪتاب مذڪوره اسڪيم آف اسٽڊيز جو پهريون ڀاڱو آهي، جنهن ۾ اسڪولن ۾ رائج ائين ڪلاس واريءَ سطح جا سبق ڏنا ويا آهن، جيئن سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جي اسڪيم آف اسٽڊيز ۾ ڄاڻايل آهي؛ پر هن ڪتاب ۾ سبقن کان پوءِ فنڪشنل سنڌيءَ جي طرز تي مشقون پڻ ڏنيون ويون آهن، جن جي مدد سان ڪوبہ سنڌي سکندڙ، سنڌي زبان جي ساخت، ان جي لغت جي خزاني ۽ وياڪرڻ جا قاعدا متواتر سکندو ويندو. البت ڀاڱي ٻئي وارو سنڌي ڪتاب، فنڪشنل سنڌيءَ واري طرز تي تيار ڪيو ويو آهي. هن ڪتاب توڙي ڀاڱي ٻئي واري ڪتاب جي پڙهڻ لاءِ شروع شروع ۾ استاد جي مدد جي ضرورت پوندي، پر پوءِ خاص ڪري ٻئي ڀاڱي وارو ڪتاب، جيڪو خود سکيا (self learning) ۽ خود آزمائيءَ (self testing) جي طرز تي لکيو ويو آهي، تنهن جي پڙهڻ ۽ ٻوليءَ جي سکڻ لاءِ، جيڪڏهن سکندڙ پنهنجي ليکي محنت ڪندو تہ اهو سنڌي ٻولي آسانيءَ سان لکي ۽ پڙهي سگهندو ۽ امتحان ۾ ڪامياب ٿي سگهندو؛ البت ڳالهائڻ جي مشق لاءِ ڪيس ڪنهن اُستاد جي ضرورت ٿيندي.

پهرئين ڀاڱي واري ڪتاب پڙهڻ لاءِ استاد جي ضرورت ٿيندي. ان کان سواءِ نون لفظن جي ٿاهڻ، جملن جي بناوت ۽ جملن جي ڳالهائڻ لاءِ جملن ۾ ٿيندڙ اُتار ۽ چڙهاءَ لاءِ استاد جي رهبريءَ جي ضرورت پوندي.

اهي ٻئي ڪتاب ٻولي سکڻ جي اصولن کي سامهون رکي تيار ڪيا ويا آهن. مون کي اميد آهي تہ هنن ڪتابن کي سامهون رکي، استاد جي مدد سان ڪوبہ ماڻهو چئن مهينن اندر سنڌي ٻولي لکي، پڙهي ۽ ڳالهائي سگهندو. مون کي اِها بہ اميد آهي تہ استادن، شاگردن، ٻين سڄاڻ ماڻهن ۽ سنڌي ٻوليءَ سان دلچسپي رکندڙ دوستن کي هنن ڪتابن جي رڳا وڻندي.

20، سيپٽمبر 2000
حيدرآباد، سنڌ

سنڌي ٻوليءَ جو فدائي،

**ڊاڪٽر غلام علي الانا**

چيئرمئن
سنڌي لئنگئيج اٿارٽي

# عنوانن جي فهرست

صفحو

# سبق پهريون

## الله تعاليٰ

هِنَ ساري جهانَ کي اَللہ سائينءَ پيدا ڪيو آهي. هُو اسان سڀني جو خالقُ ۽ مالِڪُ آهي. هُنَ پَنهنجيءَ قدرتَ سان، زمينَ، آسمانُ، سِجُ، چَنڊُ ۽ تارا بنايا آهن. هُنَ اسان جي جِيئَڻَ لاءِ پاڻي، اَناجُ ۽ بِيُون ضروري شيُون اُپايون آهِنِ.

ڏاڍو سَگهورو ڏاڍو ٻاجهارو ۽ مِهربانُ آهي. هُو ماڻهن توڙي ٻين سڀني ساهَوارن جي ڏينهَن راتِ سَنڀالَ ڪَري ٿو، ۽ اُنهَنِ کي روزي بہ رَسائي ٿو.

ڏاڍو سَگهورو هَرهَنڌِ حاضر آهي. جيستوڻيڪ اَسين هُن کي ڏِسي نَٿا سگهُون، پَرَ هُو اَسان سڀني کي ڏِسي ٿو. پاڻ جيڪي ڪَمَ ڪَريُون ٿا، سي سڀ هُو ڄاڻي ٿو.

اَللہَ سائينءَ اَسان کي اِنهيءَ لاءِ پَيدا ڪيو آهي تہ اَسين چڱا ڪَمَ ڪَريُون ۽ سَندَسِ گُڻ ڳايُون. هُنَ اَسان ڏي پَنهَنجي پياري ٻانهي، حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جَنِ کي پيغمبرُ ڪَري موڪِليو. پاڻ سڳورن ﷺ جَنِ اَسان کي سَندَس حُڪمَ ٻُڌائي، سَچَ جي واٽَ ڏيکاري، ۽ اُنَ تي هَلَڻَ لاءِ سَمجهايو.

اَي خُدا! تُون اَسان کي سَمجهَ ۽ سَگهہ ڏي تہ اَسين سڀ تُنهُنجي حُڪمَنِ تي هَلُون، بُڇڙاين کان بَچُون ۽ دنيا ۾ چڱائي ڪَريُون.

### مشقون

ياد ڪريو: سنڌي حروف تهجيءَ ۾ 52 حرف ٿيندا آهن. اُهي پنهنجي اُستاد کان سکو.

سوال 1- هن سبق ۾ اوهين سنڌي ٻوليءَ جي حروف تهجيءَ جا ڪهڙا ڪهڙا حرف سکيا آهيو؟ پنهنجي نوٽبڪ تي اُهي حرف لکو ۽ ورجايو.

سوال 2- سنڌيءَ ۽ اردوءَ ۾ ڪُل 33 حرف مشترڪ آهن. اُهي حرف هي آهن:

ا ب ت ث پ ج جه چ ح خ د ذ ر ز س ش ص ض ط ظ ع غ ف ق گ گه ل م ن و ه ء ي.

سوال 3- هيٺ ڏنل اردو ٻوليءَ جي حروف تهجيءَ جي لاءِ سنڌي حرف لکو:

ب- ڀ ، ت- ٿ ، پ- ڦ ، ج- جھ ، د- ڌ، ڈ- ڍ، ٹ- ٺ ، ک- کھ ، ڑ- ڙ.

سوال 4- هيٺ ڏنل لفظ پڙهو، دُهرايو ۽ لکو:

جَهانَ، سَڀني، ڏِٺي، ڏاڍو، ماٺُو، ڏِينهُن، سَنيالَ، ٻانهو، ٻاڻي، ڏِسي، چَڱائي، ڇاٽي، ڳايُون.

سوال 5- هيٺيان جملا دُهرايو:

(1) هُو اسان سَڀني جو خالقُ ۽ مالڪُ آهي.

(2) ڏِٺي سڳورو هر هنڌ حاضر آهي.

(3) آءٌ هُن جو ٻندو آهيان.

(4) الله سائينءَ اَسان جي جِيئَڻَ لاءِ شَيُون اُپايون آهن.

(5) اسين سڀ هُن جا ٻانها آهيون.



# سبق پيون

## حضور اڪرم صلّي الله عليه وآله وسلّم جن جي دِيانتداري

حضرت مُحمد مصطفيٰ ﷺ جَن، ننڍي هوندي کان ئي، سَچار ۽ ايماندارَ هوندا هئا. سندن ايمانداري ايڏي ته مشهور هُئي، جو ماڻهو وٽن پنهنجون قيمتي شيون ۽ دولت امانت طور رکندا هئا. سندن ايمانداريءَ سبب، مکي جي قُريشَن کين 'اَمِينَ' جو لقب ڏنو هو.

نُبوت عطا ٿيڻ کان پوءِ، حضور اڪرم ﷺ جَن، جڏهن ماڻهن کي، الله تعاليٰ جي موڪليل پيغام موجب، هڪ اللهَ جي عبادت ڪَرَڻَ لاءِ چيو، تڏهن مکي جا قُريشَ سندن دشمن ٿي پيا، ۽ کين هر طرح جون تڪليفون ڏيڻ لڳا. دشمنيءَ هوندي به نَبي ڪريم ﷺ جَن جي سچائيءَ ۽ امانت جو ڪڏهن بہ اِنڪارُ نہ ڪيائون. ايتري قدر، جو دشمن به وٽن امانتون رَکي ويندا هئا.

جڏهن مڪي جي ماڻهن حضرت مُحمد ﷺ جَن ۽ ٻين مسلمانن کي گھڻو ستايو، تڏهن الله تعاليٰ جي طرفان کين مڪي شريف مان هِجرتَ ڪري، مديني مُنورَه ۾ وڃي رهڻ جي هدايت مِلي. اُن کان پوءِ پاڻ مسلمانن کي آهستي آهستي مديني مُنورَه ڏانهن موڪليندا رهيا. جڏهن اُهي مديني مُنوره ۾ پهچي ويا، تڏهن پاڻ سڳورن ﷺ به هجرت جِي تياري ڪئي.

جنهن رات پاڻ مڪي شريف مان نڪتا، تنهن رات قريشين کين جاني نقصان پهچائڻ لاءِ هرهڪ قبيلي مان هِڪُ هِڪُ ماڻهو چونڊي، سندن گھَرَ جي ٻاهران بيهاري ڇڏيو. اُنهن کي سمجهايو ويو هو ته جيئن ئي پاڻ سڳورا ٻاهر

نڪرن، تيئن مٿن حملو ڪيو وڃي.

هڪ پاسي دُشمن جي اِها حالتَ هُئي، جو اُهي سندن جانِ وٺڻ لاءِ سندن گهر جي ٻاهران تيارُ ٿيو بيٺا هئا، ته ٻئي پاسي پاڻ پنهنجي پياري سؤٽ حضرت علي ڪرّم الله وَجههَ جن کي گهر اندر سمجهائي رهيا هئا ته جن جنِ مالڪن جون امانتون وٽن رکيل هيون، سي صبح جو سوير مالڪن کي صحيح سلامت موٽايون وڃن.

نبي ڪريم ﷺ جن پنهنجي بستري تي حضرت علي ڪَرّم الله وَجههَ کي سمهاري، الله جو نالو وٺي، ٻاهر نڪتا. سندن نڪرڻ جِي دشمنن کي ڪَلَ ئِي ڪانه پيئِي. پوءِ پاڻ سڳورا ﷺ، حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه کي ساڻ ڪري، مديني شريف ڏانهن روانا ٿِي ويا. صبح ٿيڻ تي، حضرت علي ڪَرم الله وَجههَ جن سڀ امانتون، پاڻ سڳورن صلعم جي هدايت موجب، مالڪن کي موٽائي ڏنيون.

ديانتداريءَ جو اهڙو اَعليٰ مثال دنيا جي تاريخ ۾ مِلڻُ مشڪل آهي، جو دشمنَ سِرُ وٺڻ لاءِ تيار هجن، پر اُن حالت ۾ به سندن رکيل امانتون، ڪين صحيح سلامت موٽائي ڏنيون وڃن. اسان کي پاڻ سڳورن ﷺ جن جي زندگِيءَ جي هن واقعي مان سبق پرائڻ گهرجي، ۽ هرڪنهن سان ديانتدارِيءَ سان هلڻ گهرجي.

## مشقون

ياد ڪريو ته:

1- اردو ۽ سنڌِيءَ ۾ 12 حرف، لکڻ ۾ مختلف آهن، اُهي حرف هي آهن:

ٻھ - ڀ، تھ - ٿ، ٹ- ٽ، ٹھ- ٺ، پھ - ڦ، دھ- ڌ، ڈ- ڊ، ٻھ- ڀ، ڑ- ڙ، چھ - ڇ، ک- ڪ ۽ کھ- ک.

2- سنڌيءَ ۾ 7 اهڙا خاص حرف آهن، جيڪي اردوءَ جي حروف تهجيءَ ۾ موجود نہ آهن: اُهي حرف هِي آهن:

ٻ، ڏ، ڄ، ڳ، ڃ، ڻ ۽ ڱ

سوال 1- هيٺيان لفظ پڙهو، لکو ۽ ڏُهرايو:

وَڻن، شَيُون، جَڏهِن، موڪلِيَلَ، ڳَهٽو، ڏانهَن، ٻاهران، ڇَڏِيو، سَڳورا، مَٿن، ٻيٺا هُئا، سوُڙ، وَڃَنِ، سَڀ، گهُرجي

سوال 2- سنڌي ٻولِيءَ جا خالص آواز ٻ، ڏ، ڄ، ڳ، ڃ، ڻ ۽ ڱ ڪيئن ٿا اُچارجن. اُچاري ڏيکاريو؟

سوال 3- سنڌِي ٻولِيءَ جي هيٺ ڏنل لفظن جا اردو نعم البدل لکو:

ٻاهر، ڏي، راڳ، لَڄَ، پاڻي، سِڱ، ڳهٽو

سوال 4- هيٺين لفظن جا ضد لکو:

ننڍو، انڪار، آهستي، سڀ، ڳهٽو، رات، بيماري، ٻاهران

سوال 5- هيٺ ڏنل جملا ڏُهرايو:

(1) پاڻَ سڳورا ننڍي هُوندي کان ئِي سَچارَ هُوندا هُئا.

(2) دشمنَ ڪينِ هر طرح جُون تَڪلِيفُون ڏِيڻَ لَڳا.

(3) هُنَنِ سَندَن گهرَنجي ٻاهران ماڻهو بيهاري ڇَڏيا.

(4) دشمنن کي سندن ٻاهر نڪرڻ جي ڪَلَ ئي ڪانہ پيئي.

(5) اُهي سَڀ اَمانتون هِڪَ هِڪَ ڪري ڏَئِيڻِ کي موٽائي ڏِنيُون.



# سبق ٽيون

## يوم پاڪستان

اَسان جو وطنُ پاڪستانُ آهي. اَسان پاڪستانِين لاءِ، 23 مارچ جو ڏينهن وَڏي اهميت ٿو رکي. اَسين اِهو ڏينهن، هر سالِ، وڏيءَ ڌام ڌومَ سان ملهائيندا آهيون. هِنَ ڏينهن کي اِهو شرف اِنهيءَ ڪري مليو آهي، جو آل انڊيا مسلم ليگ، 1940ع ۾، پنهنجي لاهور واري اجلاس ۾، اِنهيءَ ڏينهن تي، لاهور ۾، پاڪستان جي قيامَ لاءِ ٺهراءُ بحال ڪيو هو، جنهن کي 'قرار دادِ پاڪستان' چوندا آهن.

پاڪستان جي قائم ٿيڻَ کان اَڳُ، برصغير پاڪ- هند جي سرزمينَ تي، انگريزن جِي حڪومت هوندِي هُئِي. اُتي جي مسلمانن توڙي هندن، آزاديءَ کان اڳ، اِها ڪوشش ڪِئي ته ڪنهن به طرح انگريزن کان آزادِي حاصل ڪجي. اُنهِيءَ ڪري، برصغير پاڪ- هند جي مسلمانن 1906ع ۾، مسلم ليگ جي نالي سان، پنهنجِي هڪ الڳ جماعت قائم ڪِئي. هن جماعت جو مقصد هو ته مسلمانن جي حقن جي حفاظت ڪجي. مسلم ليگ حقيقت ۾ مسلمانن جي ڀلي لاءِ تمام گهڻو ڪم ڪيو. شروع شروع ۾ ته مسلمانن جو اِهو خيال هو ته هندن ۾ مسلمانن کي گڏيل آزادي ملي، پر پوءِ مسلم ليگ جي جهنڊي هيٺ اڪٺي هَلي، مسلمانن اِهو محسوس ڪيو ته جدا وطن لاءِ گهُرَ ڪرڻ ۾ئي مسلمانن جو ڀلو آهي.

سن 1928ع ۾ الہ آباد ۾ مسلم ليگ جو وڏو جلسو ٿيو، جنهن ۾ علامہ اقبال، هندو- مسلم نااتفاقِيءَ کي هميشه لاءِ ختم ڪرڻ جي سلسلي ۾،

پنهنجي صدارتي خطبي ۾ هيءُ مشورو ڏنو ته جن جن علائقن ۾ مسلمانن جي گهڻائي آهي، اُتي مسلمانن جي حڪومت قائم ڪئي وڃي، ۽ جن جن علائقن ۾ هندن جي گهڻائي آهي، اُتي بلاشڪ هندن جي حڪومت قائم ٿئي.

اُن ڪان پوءِ 11- آڪٽوبر، 1938ع ۾ ڪراچيءَ ۾، سنڌ مسلم ليگ، قائداعظم جي صدارت هيٺ، پاڪستان جي قيام لاءِ ٺهراءُ بحال ڪري، آل انڊيا مسلم ليگ کي اُن جي سفارش ڪئي. نيٺ 23 مارچ، 1940ع تي لاهور ۾، آل انڊيا مسلم ليگ جو اجلاس ٿيو، جنهن ۾ پاڪستان جو ٺهراءُ بحال ڪيو ويو. لاهور واري اُنهيءَ ٺهراءَ کي 'قرار دادِ پاڪستان' چئبو آهي.

هن ٺهراءَ جو مّطلب هو ته هندستان ۾ مسلمان ۽ هندو ٻه جدا جدا قومون رهن ٿيون. جيئن ته هندو هن ملڪ ۾ گهڻائيءَ ۾ آهن، تنهنڪري مسلمانَ اُنهن سان گڏ، پنهنجي زندگي گذاري نه سگهندا. مسلمانن کي جيئن ته پنهنجو مذهب، پنهنجي تهذيب ۽ پنهنجون جدا روايتون آهن، تنهن ڪري هُنن کي جدا ملڪ ملڻ گهرجي، جنهن ۾ هُو اسلامي اصولن ۽ روايتن موجب پنهنجي زندگي آسانيءَ سان گذاري سگهن.

لاهور ۾، جتي پاڪستان جي اُنهيءَ تاريخي ٺهراءَ وارو جلسو ٿيو هو، اُتي پوءِ هڪ وڏو يادگار منارو ٺهرايو ويو، جنهن کي 'مينار پاڪستان' جي نالي سان سڏيو ويندو آهي. اِهو منارو مغل بادشاهن جي تعمير ڪرايل شاهي مسجد ۽ بادشاهي قلعي جي ويجهو آهي. اُنهن تاريخي جاين سان گڏ، هيءُ قومي يادگار پڻ نهايت ئي خوبصورت لڳندو آهي.

## مشقون

1- ياد ڪريو ته

(1) سنڌي زبان ۾، اردوءَ وانگر ڳالهائڻ جا لفظ يعني 'اجزائي ڪلام' آٺ آهن:

اُهي هِي آهن:

اسم، ضمير، صفت، فعل، ظرف، حرف جر، حرف جملو ۽ حرف ندا.

2- ڪنهن به ساهواري، جاءِ ۽ ڪم جي نالي کي 'اسم' چوندا آهن؛ جيئن:

اڪبر، گهوڙو، ڪراچي.

3- اسم جي بدران جيڪي لفظ ڪم ايندا آهن، تن کي 'ضمير' چئبو آهي؛

جيئن: مان/ آءٌ،اسين/ اسان؛ تون، توهين/ توهان؛ اوهين/ اوهان هُو يا

هُوءَ، هُو/ اُهي.

سوال 1- هيٺ ڏنل لفظ پڙهو، لکو ۽ دُهرايو:

اَسين، آهيُون، نَهراءِ، آگ، ڪَنهِن، پَنهَنجي، آلڳِ، پَلو، جَهنڊو،

ڪَرَڏُ، تِتي، گڏيل، ملڻ، لڳندو ويجهو.

سوال 2- هن سبق مان اسم ۽ ضميرَ ڌار ڌار ڪري لکو:

سوال 3- هيٺ ڏنل لفظن جا ضد لکو:

وڏو پلو، ويجهو، اڳ، مخالفت، گهٽائي.

سوال 4- هيٺ ڏنل جملا پڙهو، لکو ۽ دُهرايو:

(1) پاڪستانُ اسان جو وطنُ آهي.

(2) اَسين اِهو ڏينهن وڏي ڌام ڌوم سان ملهائيندا آهيون.

(3) آءٌ/ مان پاڪستانِي آهيان.

(4) پاڪستانَ ۾ مسلمان، هندو عيسائي ۽ ٻيون قومون رهن ٿيون.

(5) هيءُ قومي يادگار ڏاڍو سهڻو لڳندو آهي.



# سبق چوٿون

## پاڙيسريءَ جا حَقَ

هَرَ ڪَنهن ماڻهوءَ تي پنهنجي ديس ڀائيءَ ۽ ڳوٺائيءَ جا بہ حَقَ آهن، پر سڀني کان وڌيڪ حقَ پاڙيسريءَ جا آهن. حقيقت هيءَ آهي تہ سڀ کان پهلو ماڻهو اُهو آهي، جنهن کان سندس پاڙيسريءَ کي ڪوبہ ڏکُ يا رنج نہ پهچي. پاڙيسريءَ جي ٻارن کي پنهنجي اولاد وانگر ڪري ڄاڻجي. ڪابہ شيءِ آڻجي، تہ اُن مان ڪجهہ حصو پنهنجن پاڙي وارن کي بہ ڏجي. جيڪڏهن اُها شيءِ ٿوري هجي تہ اُن جون کلون وغيره ٻاهر نہ اُڇلائجن، متان پاڙيسريءَ جا ٻار اهي کلون ڏسي، رِيس ڪن. پاڙي ۾ رهندڙ ماڻهن سان وقت تي پئسي ڏوڪڙ جي توڙي اخلاقي مدد پڻ ڪجي.

نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي تہ "جيڪڏهن پاڙيسريءَ جا ٻار بُکيا رهيا ۽ توهان ڪاڻي پِئو ڪيو، تہ آخرت ۾ اُنهيءَ لاءِ توهان کان پڇا ٿيندي." وڌيڪ فرمايائون تہ "پاڙيسريءَ جي ٻارن کي تہ نہ ڏڪريو، پر اُن جي ڪُتي کي بہ نہ ماريو."

ڪن ماڻهن جي اَهڙي عادت هوندي آهي، جو هُو پنهنجي گهر جو گند ڪچرو ڪٺي، پنهنجي پاڙيسريءَ جي در جي اڳيان اُڇلائيندا آهن. ڪي ماڻهو پنهنجي گهر جو ڪِنو پاڻي هاري، پاڙي واري جي گهرَ جي اڳيان گپَ ڪري ڇڏيندا آهن. اِها تمام خراب ڳالهہ آهي.

گوڙ ڪري يا ڏاڍيان ڳالهائي، پاڙي وارن جي آرام ۾ خلل وجهڻ بہ چڱي عادت ڪانهي. گهڻا ماڻهو اِهو خيال ڪندا آهن تہ اسين پنهنجي گهر ۾

وينا ڳالهايون، پوءِ جيئن وڻي تيئن گوڙ ڪريون، پر اِها اُنهن جي ڀُلَ آهي. پنهنجي گهر ۾ ويهي به اهڙي ڳالهہ نہ ڪجي يا ايترو ڏاڍيان نہ ڳالهائجي، جو پاڙيسريءَ کي تڪليف پهچي يا هِن جي آرام ۾ رخنو پوي.

اڄ ڪلهہ گهر گهر ۾ ريڊيو ۽ ٽي-وي موجود هوندي آهي. گهڻا ماڻهو، پنهنجن گهرن ۾ رات جو دير تائين، وڏي آواز سان ريڊيو يا ٽي-وي وڄائي، پاڙي وارن لاءِ آزار پيدا ڪندا آهن. اُنهن کي اِهو خيال ڪڏهن بہ نہ ٿيندو آهي تہ رات جي وقت هر ڪو ماڻهو سُمهي، آرام ڪندو آهي. گوڙ ۽ آوازَ ڪرڻ سان، هُنن جي آرام ۾ خلل پوندو ۽ ٻارن، ٻُڍن توڙي بيمارن کي تڪليف ٿيندي.

گهرن کان سواءِ هوٽلن تي وَڏي لائوڊ اسپيڪر لڳل هوندا آهن. جيتوڻيڪ شهري قاعدن، قانونن ۽ اصولن موجب، ڪن خاص خاص موقعن کان سواءِ، وڏي آواز سان هوٽلن تي بہ ريڊيو يا رڪارڊ وڄائڻ جي منع هوندي آهي؛ پر ڪي ماڻهو، ڀرپور آواز سان ريڊيو يا ٽي-وي هلائي، شور ڪري، سڄي پاڙي جو آرام ڦٽائي ڇڏيندا آهن.

اسان جو فرض آهي تہ پاڙي وارن جي سُکَ ۽ آرام جو خيال رکون.

## مشقون

1- ياد ڪريو تہ اردوءَ وانگر سنڌيءَ ۾ بہ اسم جون ٻہ جنسون ٿينديون آهن:

جنس مذڪر ۽ جنس مؤنث. جيئن: ٻَڪرُ، ٻَڪري؛ گهوڙو، گهوڙي؛ راجا، راڻي؛ زالَ، مڙس؛ پٽُ، ڌيءَ؛ پيءُ، ماءُ.

سوال 1- جنس جي باري ۾ جيڪي اصول آهن، اُهي پنهنجي اُستاد کان سکو.

سوال 2- هيٺ ڏنل لفظن مان مذڪر ۽ مؤنث اسم ڌار ڌار ڪري لکو:

ماڻهو، شيءِ، ڪَلون، ڳوٺاڻي، ڪُتو، ڳالهہ، عادتَ، راتِ، مُنارو،

تڪليفَ، پَلو ڇِصو.

سوال 3- هيٺ ڏنل لفظ پڙهو، لکو ۽ دُهرايو:

ڳوٺــاڻي، ســيِني، سَندَسِ، ٻارن، چانجي، ڪَلُون، اُچلائجن، رهندڙ، ڪچرو، هارِي، ڳالھ، وجھڻ.

سوال 4- هيٺ ڏنل جملن ۾ خال ڀريو. لفظ ڏنگين مان چونڊيو:

(1) اسڪول جا ............. راند ڪري رهيا آهن. (ٻارَ، ٻارن، ٻارُ)

(2) سڀ ڪان چڱو ............. اُهو آهي، جو ٻاڙي وارن جو خيال تو رکي. (ماڻهو، ماڻهن)

(3) متان ٻارَ اُهي ............. ڏسي ريس ڪن. (ڪلون، ڪَلَ، ڪَلُن)

(4) ........ ڪي ٻاڙي وارن جو خيال رکڻ گهرجي. (اسان، اسين، آءٌ)

(5) ............. پاڪستاني آهيون. (اسين، مان، تون)

سوال 5- هيٺيان جملا پڙهو، دُهرايو ۽ لکو:

(1) اسان تي ٻاڙي وارن جا حق آهن.

(2) هيءَ ڇوڪِري مُنهنجِي ڌِيءَ آهي.

(3) اڪبر مُنهنجو پُٽُ آهي.

(4) تون هُنَ جو دوست آهين.

(5) مان/ آءٌ اوهان جو اُستاد آهيان.



# سبق پنجون

## ٻيرَ جو وڻ

ٻيرَ جو وڻ سنڌ جي سو ڪِڙي آهي. آهي به سچو قيمتي. ميويدار وڻ به اُن سان پُڄي ڪين سگهندا. ٻير جو وڻ، سنڌ ۾ عام جام ٿيندو آهي. واهَن جي ڪَپَن تي، ڪَڙَين ۽ ڪَسِيُن جي پرسان، رستن جي ٻنهي پاسن ۽ گهرن اڳيان ٻير جو وڻ چانوَ ڪريو بيٺو هوندو آهي. کهڙي به ٽَڪل زمين هجي، پر اُن ۾ به ڪجهه سال هُڙهي رکجي ته رگِجي وِيندي. سنڌونَدِيءَ جي ٻنهِي ڪپن تي جيڪي ٻيلا آهن، تن ۾ به مکيه وڻ ٻير جو هوندو آهي.

ٻيرَ مان اَنيڪ فائدا آهن. اُن مان اسان کي عمارتي ڪاٺُ ملندو آهي. ٻير جي ڪاٺ مان دَرَ دَرِيُون ۽ ٻيو هر قسم جو فرنيچر تيار ٿيندو آهي. ٻهراڙين ۾ ڇپَرِن، مَنهَنِ ۽ لاتيِيُن لاءِ به ٻيرَ جو ڪاٺُ ڪم آئيو آهي. هارِي نارِي ۽ مالُوند- ماڻهو ٻيرَ کي چانگي، اُن جي ڏِنگهرن سان پنهنجن گهرن ۽ وٿاڻن کي لوڙهو ڏيندا آهن. ٻيرَ جي ڪاٺ مان هَرَ، نارَ هُرلا ۽ پاچارِيُون پڻ ٺهنديُون آهن، جيڪي سَستيُون ۽ مضبوط ٿينديون آهن. ٻيرَجون ڪاٺيون، ٻارڻ جي ڪم پڻ اينديون آهن، ۽ ان جا اَڱرَ به ڏاڍا سٺا ٿيندا آهن.

ٻيرَ جا پَلڙا ۽ ٻُورِي به ڪارائتيون شيون آهن. کهڙو به اَيَرو پورُچونه هجي، جيڪڏهن مهينو ڪن ٻُوريءَ جو ٻَل ڏِبَس ته مَچي متارو ٿي ويندو. کيرُ ڏيندڙ مالَ کي پَلڙا ۽ ٻُورِي کارائبي ته کير وڌائيندو. پَلڙَن جي مُند ۾ مال لاءِ اهڙي ڪا ٻِي خوراڪ آهي ئي ڪانه. پاڳيا پلڙا روڙي مال کي کارائيندا آهن.

ٻيرَ جي ڇوڏي به بيڪار شيءِ نه آهي. اِها چمڙي جي رڱاوت ۾ ڪم

ايندي آهي. ٻبرَ تي لاکَ پڻ لڳندي آهي، جيڪا ڏاڍي قيمتي ۽ ڪمائتي شيءِ آهي. اُن مان رنگُ بہ جُڙندو آهي، جنھن کي واڍا، جنڊيءَ جي ڪم آڻيندا آهن.

ٻبرَ مان اسان کي ڪوئرُ پڻ حاصل ٿيندو آهي. ڪوئرُ نہ رڳو جُلدن ڀَڏڻ، ڀَنن جي ڳنڍڻ ۽ چَنبڙائڻ جي ڪم ايندو آهي، پر ڪوئر ڪن دوائن ۾ پڻ استعمال ٿيندو آهي. ماڻهو، ڪچو ڪوئر ڪائيندا بہ آهن، تہ پوڳهڙي ۾ بہ وجهندا آهن.

ٻبر جو وڻ گرم ٿيندو آهي، انهيءَ ڪري، سياري جي رات ۾ ڪو ماڻهو يا جانور اُن جي هيٺان وڃي ويهندو تہ سيءَ جي جَهَڙپ نہ ايندِيَس. ٻبرَ جو وڻ، پکين لاءِ آسائش جي جاءِ، ڏينهن جو اُس کان بچاءُ ۽ رات جو اَجهو آهي.

سَچُ ڪري پڇو تہ ٻبرُ هارين، پاڳين ۽ پورهيتن جو دوست وڻ آهي. انهيءَ ڪري هن وڻ کي اسين قومي دولت بہ چئي سگهون ٿا. اسان کي گهرجي تہ اسين بہ ٻبر جو ٻج، جنھن کي ڇيڇڪا چنبو آهي، چَٽي، ڏرتيءَ جي سونهن وڌايون ۽ قومي دولت ۾ واڌارو آڻيون.

## مشقون

1- ياد ڪريو تہ سنڌيءَ ۽ اردوءَ ۾ عدد جا ٻہ قسم ٿيندا آهن، يعني عدد واحد ۽ عدد جمع. جيئن:

ڇوڪرو- ڇوڪرا؛ گهوڙو- گهوڙا؛ پُٽُ- پُٽَ؛ ڇوڪري- ڇوڪريون؛ گهوڙي- گهوڙيون؛ اُٺُ- اُٺَ.

2- عدد واحد مان عدد جمع ٺاهڻ جا قانون پنھنجي اُستاد کان سکو.

سوال 3- هيٺ، ڏنل مذڪر اسمن جون مؤنث صورتون لکو:

هاٿي، هاري، اُٺُ، پيءُ، گهوڙُ، راجا، ڌوٻي، شيدي، مالهي

سوال 4- سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪي اسم، عدد واحد ۽ عدد جمع جي صورت ۾ ساڳيا

رهندا آهن، جيئن: مائهو پَٽون، ڪَچون، پٽون/ وِچون، ڳٽون، پکي،

ڏوهي، موتي، هاٿي.

سوال 5- هيٺ ڏنل لفظن مان عدد واحد ۽ عدد جمع جون صورتون الڳ الڳ

ڪريو:

شيون، عبادتَ، ڪلون، جهنڊو، اَمانَتون، جلسو، رِڍَ، دوا، ڪُتو، سوُٽُ،

آءُ، گُلُ، ڳالهه، حصو، راتيون.

سوال 6- سنڌيءَ ۾ سَوَن جي تعداد ۾ ٻِٽا لفظ به ڪم ايندا آهن. جيئن:

هاري ناري.

اوهين اهڙا ڏهه ٻيا ٻٽا لفظ لکو:

سوال 7- هيٺ ڏنل لفظ پڙهو، لکو ۽ دُهرايو:

وڻ، سوڪڙي، سڃو، پڇي، ڇانوَ، تَڪَلَ، هُڙهي، رڱجي، ٻنهي، ڪاٺُ،

پاڃاريون، ٻارڻ، ٻوري، متارو، ڇوڏي.

سوال 8- هيٺيان جملا پڙهو، لکو ۽ دهُرايو:

(1) سنڌ ۾ ڏاڍا قيمتي وَڻَ ۽ ٻُوٽا ٿيندا آهن.

(2) اوهان جو نالو ڇا آهي؟

(3) وڻن جو ڪاٺُ ڪمائتو ٿيندو آهي.

(4) ٻارن کي سويلَ سمهڻ ۽ سويلَ اُٿڻ گهرجي.

(5) وڏن جو اَدب ڪرڻ سکو.

(6) هيءُ اسان جو گهرُ آهي.



# سبق ڇهون

## معصوم شاهہ جو منارو

سکر، سنڌ جو قديم تاريخي شهر آهي. هتي ڪيترن ئي بزرگن جون مزارون ۽ ٻيون تاريخي جايون آهن. انهن سڀني تاريخي جاين ۾، وڌيڪ مشهور ۽ شاندارُ معصوم شاهہ جو منارو آهي. سکر شهر جا ٻہ حصا آهن: هڪڙو پراڻو سکر ۽ ٻيو نئون سکر. معصوم شاهہ جو منارو نئين سکر ۾، گهنٽا گهر چوڪ جي سامهون، اُتر طرف، ٽڪريءَ تي اڏيل آهي. هِي منارو معصوم شاهہ بکريءَ جو جوڙايل آهي. ميرمعصوم شاهہ بکريءَ بکر جي آس پاس ٻيون بہ ڪيتريون ئي عمارتون اڏايون، پر هِيءَ عمارت ٻين سڀني عمارتن کان گوءِ کڻي بيٺي آهي.

هِن مناري جو ڪم 1003 هجريءَ ۾ شروع ٿيو، پر مناري جي جڙِي راس ٿيڻ کان اڳ ئي ميرصاحب وفات ڪري ويو. اُن جو باقي رهيل ڪمُ سندس فرزند مير بُزرگ جي هٿان پورو ٿيو. اهڙيءَ طرح هِي منارو 1026 هجريءَ ۾ جڙِي راسُ ٿيو.

مناري جي اڏاوت ۾ عجيب حسابُ رکيل آهي. پيڙهہ وٽ مناري جو گهيرو 26 ميٽر ويڪرو آهي ۽ اوچائي بہ 26 ميٽر اٿس. مٿي پهچڻ لاءِ، جيڪا ڦيريدار ڏاڪڻ آهي، تنهن کي 84 ڏاڪا آهن. اُها ڏاڪڻ سوڙهي ٺاهيل آهي. اِنهيءَ جا ڏاڪا گهڻي استعمال سبب هاڻ لسا ٿي ويا آهن. ڪيترن هنڌن تان، مناري جي پٽ ۾ سوراخ ڪيل آهن، جن مان روشني ۽ هوا ايندي آهي. مناري جي مٿئين حصي ۾ هڪ بُرجي ٺهيل آهي، ۽ اُن جي چوڌارِي لوهي

سيخن جو جهَنگلو ڏنل آهي. اُتان ٻيهي، سکر شهرَ ۽ اُن جي آسپاس جو نظارو ڏسي سگهجي ٿو.

معصوم شاهه جي مناري جي بلڪل پرسان، اَٺ ڪُنڊي گنبذ سان هڪ جاءِ آهي. اُنهيءَ جاءِ جو اصل نالو "فيض محل" آهي، پر عام ماڻهو اُن کي آرام گاهه سڏيندا آهن. اُها جاءِ 16 ميٽر اوچي، بُرج جي نموني ٺهيلَ آهي. وَنگڻ سان چار دروازا اٿس، ۽ اندرئين پاسي کان زمين کان 4 ميٽر مٿي، چئن درين واري هڪ گئلري اٿسِ. اُهي دريون، درن جي مٿان آهن. ٻن درين جي مٿان پٿر جي ڇَڄَهرِي ٺهيل آهي. ڇَڄَهرِيءَ جي پٽ تي توڙي بُرجَ جي اندرئين پاسي، نصيحت ڀريون رُباعيون اُڪريل اٿس. هِيءَ عمارت پڪين سِرن جي ٺهيل آهي، ۽ اُن کي وڌيڪ سهڻي بڻائڻ لاءِ اُن ۾ ڪاشِيءَ جون سِرون به استعمال ڪيون ويون آهن.

مناري ۽ فيض محل جي اوڀرَ ۾ هڪ چوڪُنڊِي ٺهيل آهي. اُنهِيءَ چوڪُنڊِيءَ ۾ مير معصوم شاهه بکرِيءَ، سندس والد ۽ ٻين جون تُربَتون آهن. تُربتن تي قرآني آيتون ۽ حديثون اُڪريل آهن. مير معصوم شاهه جي تُربت تي الله تعاليٰ جا نوانوي نالا پڻ لکيل آهن.

اڄڪلهه معصوم شاهه جو منارو اوقاف کاتي وارن جي حوالي آهي. معصوم شاهه جي مناري کي ڏسڻ لاءِ پري پري کان سياح ايندا آهن، ۽ شهر جا ماڻهو به تفريح خاطر مناري تي چڙهندا آهن. اِنهيءَ ڪري، اوقاف کاتي وارن اُن تي ٽڪيٽ رکي آهي، جنهن مان کين چڱي آمدني ٿيندي آهي. توهان جو ڪڏهن سکر وڃڻ ٿئي ته معصوم شاهه جي مناري تان سکر شهرَ ۽ اُن جي آسپاسِ جو نظارو ضرور ڏسجو.

## مشقون

1- نوٽ ڪريو تہ سنڌي ٻوليءَ جا ڪيترائي اسم مؤنث، اردوءَ ۾ اسم مذڪر هوندا آهن، جيئن: اخبارَ موسمَ، تارَ ڊِل، بازارِ دعوي، دربارِ.

2- سنڌيءَ جا ڪي اسم مذڪر، اردوءَ ۾ اسم مؤنث هوندا آهن، جيئن: ڪتابُ، اولادُ، جِلدُ، شَرمُ، عقلُ، صبحُ، موتُ، غَزلُ، خيرُ، قدرُ اِطلاعُ.

سوال 3- هيٺ ڏنل لفظن مان جيڪي مذڪر آهن، اُنهن جا مؤنث اسم ڳاهيو ۽ جيڪي مؤنث اسم هجن، اُنهن جا مذڪر اسم لکو:

گهوڙي، ڏِڳي، ڪُنوارِ، پيئُ، هاٿي، ڏيڏي، گَڏهُ، زالَ، پيءُ، ناني، ٻَڪَرُ ڪُڪڙُ

سوال 4- هيٺ ڏنل لفظن مان جيڪي عدد واحد جي صورت ۾ آهن، اُنهن جون عدد جمع صورتون لکو ۽ جيڪي عدد جمع جي صورت ۾ آهن، اُنهن جون عدد واحد صورتون ڳاهي لکو:

جايون، مُنارو، عمارتَ، جَهنگلو، دروازا، دريون، ڏاڪڻ، پيٽِ، بُرجُ، ڪٽَ، روشِني.

سوال 5- هيٺ ڏنل لفظ پڙهو، لکو ۽ دُهرايو:

گهنٽاگهرُ پُراڻو، چوڌاري، جَهنگلو ڏاڪڻِ، پيٽِ، پرسان، سڏيندا، وَنگَڻِ، چِتجِري، سُٺو.

سوال 6- هيٺ ڏنل لفظن تي ڌار ڌار اعرابون ڏيئي، حاصل ٿيندڙ ڌار ڌار معنائون لکو:

پٽ، سک، ڪن، سٽ، وٽ، ٽڪري، اڏايون، گهر، اُن، پت.

سوال 7- هيٺ ڏنل جملا پڙهو، لکو ۽ دُهرايو:

(1) اسان درياءَ جي ڪپ تي سير ڪيو.

(2) مڪلي ٽڪريءَ تي پراڻيون عمارتون اَڏيلَ آهن.

(3) ميان غلام شاھ ڪلهوڙي حيدرآباد جو شهر اڏايو.

(4) اوهين ڪهڙي شهر ۾ رهندا آهيو؟

(5) سڀئي ٻار محنت ڪري پڙهندا آهن.

سوال 8- ڏنگين مان لفظ چونڊي جملن ۾ ڇڏيل خالي جايون ڀريو:

(1) ٻَتُ لفظ جي جمع صورت ........... آهي (ٻتيون، ٻُتا، ٻتَ)

(2) ڏوهي لفظ جي واحد صورت ........ آهي (ڏوهياڻي، ڏوهين، ڏوهي)

(3) هيءَ گهوڙو آهي. (گهوڙو لفظ جي جمع صورت لکو)

(4) هيءَ زالون آهي (جملو درست ڪريو).

(5) اُٺُ جي مؤنث صورت ........... آهي (اُٺِ، اُٺَ، اُٺڻي).



# سبق ستون

## لُوڻَ جِي آتمَ ڪهاڻِي

مون کي هرڪو سڃاڻي. آءٌ ڪنهن کي به ڪونه ڄاڻان. هر گهرَ ۾ منهنجو استعمالُ ٿئي ٿو. اهڙو ڪهڙو طعام آهي، جنهن ۾ منهنجي هئڻ جِي ضرورت نه آهي؟ هرڪو ڪاڌو مون کان سواءِ بي سوادِي هوندو آهي. مون کي پَلي ڪِٿي سالَ تائين رکي ڇڏيو، پر آءٌ خراب اصل ڪونه ٿيان. ناُلو ته منهنجو اوهين پڪ سان ڄاڻِي ويا هوندا. ها! مون کي "لُوڻُ" چوندا آهن، ڪي وَرِي نمڪُ به ڪوٺِيندا آهن.

آءٌ آهيان به ڳِهرائي گهر جو، اِنهيءَ ڪري وڏائِي اصل ڄاڻان ئِي ڪِينَ. زماني جا حال ته اوهان کي ساريا پيا آهن. تو مر ۾ بصر جهڙيون شيون به ڪڏهن اڻ لپ ٿيو وڃن، پر آءٌ هروقت ۾ هرهنڌ هَڪيو حاضر هوندو آهيان. نَڪِي لِڪان، نَڪِي ماڻو ڪري پنهنجو مُلهه وڌايان. اَمير توڙي غريب جِي هڪجهڙِي خدمت ڪريان. اِئين نه ڄاڻو ته آءٌ ڪو اڪيلو آهيان. آءٌ وڏي قبيلي وارو آهيان. اچو ته آءٌ اوهان کي پنهنجِي ڪهاڻِي سُڻايان.

اسين پنج ڀائرُ آهيون. اسين پاڻيءَ توڙي خشڪيءَ ۾ رهون ٿا. آءٌ سمنڊ ۾ رهان. ماڻهو سمنڊ جي ڪناري تي ننڍين ننڍين ڀارِين ۾ سمنڊ جو پاڻِي ڀريو ڇڏِين. جڏهن پاڻِي سُڪيو وڃي، تڏهن آءٌ ظاهر ٿيو پوان. اِنهِيءَ ڪري مون کي سڏين ٿي "سامونڊي لوڻ". منهنجو ٻيو ڀاءُ رهي کاري پاڻِيءَ جي ڍنڍين ۾. ٿر ضلعي جي ڏيپلي تعلقي ۽ سانگهڙ ضلعي جي کپري تعلقي ۾ سارڻ ۽ ڍِليار ڍنڍون آهن، جتي منهنجو ڀاءُ رهندو آهي. منهنجو ٽيون ڀاءُ ڪلرائين زمينن ۾

رهندو آهي. ماڻهو ڪَلَرُ ميڙي، پاڻيءَ ۾ پُسائيندا آهن. پوءِ اُن جو مٽاڇرو پاڻي ڪٽي، ڪاڙهي، منهنجي ياءِ کي ظاهر ڪندا آهن. اُن کي "ڪلرائو لوڻ" چوَنِ. اسان ڏِٺِي جو رنگ اڇو آهي. منهنجا ٻيا ٻه ڀائر جبلن ۾ رهندا آهن. اُنهن مان هڪ جو رنگ ڳاڙهو سَرو ٿيندو آهي. اُن کي "سينڌو لوڻ" سڏين. ٻئي جو رنگ ڪارو ٿيندو آهي، اُن ڪري اُن کي سڏين ٿا "ڪارو لوڻ". پنجاب ۾ "ڏَنڊوت" وٽ منهنجن اُنهن ڀائرن کي جبلن مان کوٽي ڪڍيو اٿنِ. اُنهيءَ جابلو لوڻ کي پيهي، پوءِ ڪم آڻيندا آهن.

آءٌ کاڌي کان سواءِ دوائن ۾ به ڪم ايندو آهيان. خاص ڪري پيٽ جي سُورَ جي ڦڪين ۾ منهنجا ڀائر، سينڌو ۽ ڪارو لوڻ، ڪم اچن ٿا. آءٌ جانورن جي به ڪم اچان ٿو. ٿَڪَ جي حالت ۾ اُنن، گهوڙن ۽ ڏڳن کي منهنجون هڪ يا ٻه لَپون کارائيبيون، ته ٿَڪ لهي ويندو اٿنِ.

آءٌ جنهن سان به مِلان، اُن کي خراب ٿيڻُ ڪِينَ ڏيان. منهنجي رهڻ جي ڪري، سمنڊ جو پاڻي ڪڏهن به ڪِنو ڪونهَ ٿئي. توهان ڏٺو هوندو ته ڪَلِنِ، مڇيءَ، پَلي يا گوشتَ سُڪائڻ وقت مون کي ڪتب آندو ويندو آهي. آءٌ اُنهن جي رَسَ سان ملي ويندو آهيان، تنهنڪري اُنهن ۾ نڪا بدبوءِ ٿئي، نه ٿِي وري ڪِنيون ٿين، پَلي مهينن جا مهينا رکيون هجن.

آءٌ جڏهن برف سان ملندو آهيان، ته اُن کي ڳَرڻ کان روڪي، وڌيڪ ٿڌ پيدا ڪندو آهان. ڪُلفي ۽ آئس ڪِريمِ ته اوهان پڪ کاڌي هوندي، پر اِنهن کي اوهان تائين پهچائڻ ۾ بہ منهنجو ٿورو گهڻو هَٿُ آهي. ڪُلفي يا آئس ڪريم ٺاهڻ وارا برف ڪُٽي، اُن ۾ مون کي ملائي، سانچي ۾ ٻاهران رکندا آهن، ته سانچي ۾ پيل کِيرُ جَمِي ڪلفي ٿِي پوندو آهي.

آءٌ ڏاڍو ڪمائتو آهيان، پر منهنجي گهڻائي نقصانڪار بہ آھي. کاڌي

۾ ضرورت کان وڌيڪ پنجي وِيسُ، ته طعام ڪارو ٿي پوندو. زمين ۾ وڌي ويندو آهيان ته اُتي ڪَلَرُ ٿي پوندو آهي. ڪلراٺيءَ زمين ۾ نه پوک ٿيڻ ڏيان، ۽ نه وَرِي ڪا ڪَچي جاءِ بيهڻ ڏيان. جاين جون پاڙون کائي، ڇٽ ڪري ڇڏيندو آهيان. 'ڦٽن تي لوڻ ٻُرڪڻ' اصطلاح ته توهان ٻڌو هوندو. ائين تڏهن چئبو آهي، جڏهن ڪنهن جي ڏکويل دل کي وڌيڪ ڏکوئبو آهي. پيلاڻي ڪري ڪنهن جي دل نه ڏکوئجو، نه ته آءٌ هرويرو بدنام ٿيندس.

اِها ڳالهه ياد رکجو ته پاڻي منهنجو دشمن آهي. آءٌ اُن کان وَنءُ ويندو آهيان. پاڻي منهنجي وجود کي ڳاري، نِس ڪري ڇڏيندو آهي. مٽان وري آءٌ به ڪِينَ! پاڻي مون کي ڳاري، ته آءٌ وري سواد بدلائي ڪارو ڪريو ڇڏيانس، پوءِ سِيڪو پيو ٿو ڪاريس.

دوستو! اڄ دنيا ۾ مون کي جيڪو مانُ ۽ مرتبو حاصل آهي، اُهو اِنهيءَ ڪري آهي، جو مون ڏاڍا ڏک ۽ ڏاڪڙا ڏٺا آهن، سخت ڪشالا ڪَٽيا آهن. ڪارخانن ۾ پيسجي اَٽو ٿيو آهيان. پنهنجي ننڊ ۽ آرام ڦٽايو اٿم. سچ آهي ته، هن دنيا ۾ مانُ ۽ مرتبو گهر ويٺي، مفت ۾ ڪِينَ ملندو آهي. مانُ ۽ مرتبو ملندو آهي محنت سان. محنت ڪريو. ننڊ آرام ڦٽائي، پڙهو ۽ لکو، ته اڳتي هَلي وڏي مانَ ۽ مرتبي وارا ليکجو.

## مشقون

1- نوٽ ڪريو ته لفظ آءٌ/ مان، مون، اسين، اسان، توهين/ اوهين، هيءُ/ هيءَ، هُو/ هوءَ يا اُهي/ اِهي اسم جي جاءِ تي ڪم ايندا آهن. گرامر ۾ اِنهن کي 'ضَمِيرُ' چئبو آهي.

ضمير مان مراد آهي ته اُهي لفظ، جيڪي ڪنهن اسم جي بدران ڪم اچن.

سوال 2- اهڙا ٽي ضيمر ٻڌايو، جيڪي ڪو ڳالهائيندڙ پنهنجي بدران ڪم آڻيندو آهي.

سوال 3- ضميرن جا ڪهڙا ڪهڙا قسم اوهان کي معلوم آهن؟ اُهي مثالن سان لکو.

سوال 4- هيٺيان لفظ پڙهو ۽ لکو:

ڪاڏي سيجاڻي، ڪٽي، لوڻ، وڏائي، جهڙيون، مُلهه، سَڏين، سامونڊي، ڏيڻ، ٽيون، ڪلرائين، ڳاڙهه سَرو منهنجن، ڀاڻن، ڪارائيون، ڇڏيندو ڦٽن، اَتَو ۽ ڪنيون.

سوال 5- هيٺين لفظن جون اعرابون بدلائي، ڌار ڌار معنيٰ وارا لفظ لکو:

گهر، پلي، پر، ان، ٻڌو، ٽڪ، ڪنو، چٽ، رچ

سوال 6- هيٺيان جملا پڙهو، لکو ۽ دُهرايو:

(1) آءُ زمين تي رهندو آهيان.

(2) اسين هاڻ هلُون ٿا.

(3) ڇا ڪاڏو اَتَو؟

(4) توري دير اڳ ماني کاڌي اٿم.

(5) اچو ته آءُ اوهان کي پنهنجي ڪهاڻي سُڻايان.

(6) اچو ته پنهنجي ڪهاڻي سُڻايانوَ.

(7) هتن ۾ ڇا اَٿن؟



# سبق اٺون

## مھاڻو

آءٌ مُھاڻو آھيان. منھنجو ڪم آھي مڇي مارڻ. ماڻھو مون کي مھاڻو، ميربحر، ملاحُ، ناکُئو ۽ نہ ڄاڻان ٻين ڪيترن ئي نالن سان سڏيندا آھن. ٿي سگھي ٿو تہ ڪن ماڻھن جي خيال ۾ اھا ڳالھہ وڏي ڪم جي نہ ھجي، پر آءٌ گھٽ اھميت وارو انسان آھيان، پر حقيقت ۾ ائين نہ آھي. آءٌ ڪنھن بہ حالت ۾، ٻين کان گھٽ نہ آھيان. آءٌ سماج جي ڪيترن ئي بيڪار ۽ سست ماڻھن وانگر، ھَٽَ، ھَٽَ تي رکي، ويھندو نہ آھيان. پر ڍنڍن، تلائن، دريائن ۽ سمنڊ جي ڇولين جي پرواھہ نہ ڪري، پري پري وڃي، اُن مان مڇي ماريندو آھيان. اُن کان سواءِ دريائن ۽ سمنڊ ۾ ٻيڙا ھاڪاري، وڻج ۽ واپار ڪندڙ ماڻھن کي پرڏيھن ۾ پھچائڻ بہ منھنجو ڪم ھوندو آھي.

مُنھنجي زندگيءَ جي ڪھاڻي بہ عجيب آھي. جڏھن اِنسانُ، غارن واريءَ زندگيءَ کي، الوداع چئي، روزگار جي تلاش ۾ ندين ۽ پاڻيءَ وارن علائقن جي ڪنارن تي اچي آباد ٿيو، تڏھن ڪيس خشڪيءَ جي جانورن جي گوشت سان گڏ، پاڻيءَ ۾ رھندڙ جانورن جي گوشت کائڻ جي بہ خبر پيئي.

پاڻيءَ مان مڇي ۽ ٻيا جانور پڪڙڻ نھايت مشڪل ڪم ھو. اُھو آءٌ ئي ھوس، جنھن پاڻيءَ مان مڇيءَ ۽ ٻين جانورن کي ڦاسائڻ جو ڏنتو اختيار ڪيو. مون وڻن جي ڇوڏن کي ڪُٽي، اُنھن مان سنھيون نوڙيون ٺاھي، ڄاريون ۽ رَڇَ تيار ڪيا. ڪاٺ جي تختن کي، ٻيڙين جي صورت ۾ آڻڻ ڏانھن، انسانن جو ذھن بہ مون ڇڪايو. اھڙيءَ طرح مون، اِنسان ذاتِ لاءِ مڇيءَ ۽ پاڻيءَ جي ٻين

جانورن جو گوشت مهيا ڪيو.

جيئن جيئن انسان ترقي ڪندو ويو، تيئن تيئن آءُ به پنهنجي ڌنڌي ۾ ترقي ڪندو ويس. ڪپهه ۽ ريشم جي تندن جي ايجاد ٿيڻ کان پوءِ، اسان به سُٽ ۽ ريشمي ڌاڳي مان ڄاريون ۽ رڇ تيار ڪيا، جن جي مدد سان جهجهي انداز ۾ مڇي ڦاسائڻ لڳاسين. اسان جي ماريل مڇي، هڪ طرف پنهنجي ملڪ لاءِ کاڌي جي ضرورت پوري ڪرڻ لڳي، ته ٻئي طرف مڇيءَ جو ڪجهه حصو ٻاهرين ملڪن ڏانهن موڪلڻ جو ڪاروبار شروع ڪيو ويو. جڏهن ڪاٺ مان وڏيون ٻيڙيون ۽ ٻيڙا ٺهيا، تڏهن اسان جي ڌنڌي ۾ به واڌارو ٿيو. اُنهن وڏين ٻيڙين کي هاڪاري، اسين، سمنڊ اندر، ڳچ مفاصلي تائين وڃي، مڇي مارڻ لڳاسين، جنهنڪري اسان جي حالت سڌرڻ سان گڏ، ملڪ جي پيداوار کي به هٿي آئي.

جڏهن انسانن جي وڌندڙ آباديءَ لاءِ خوراڪ جو مسئلو پيش آيو، تڏهن وقت جي حڪومت کي به احساس ٿيو ته اسين مهاڻا، ڪيتري قدر نه ڪارائتا آهيون. اهوئي سبب آهي، جو هاڻي حڪومت به اسان جي ڌنڌي کي ٻين معزز ڌنڌن جهڙو درجو ڏنو آهي. اسان جي سماجي حالت سڌارڻ خاطر اسان لاءِ نيون نيون وَسنديون اڏايون ويون آهن، ۽ وڏا وڏا ٽريلر ۽ مڇي مارڻ جا دُخاني ٻيڙا، اسان کي مُهَيا ڪري ڏنا ويا آهن. رڇن ۽ ڄارين ٺاهڻ لاءِ پلاسٽڪ موجود ڪري ڏني وئي آهي. اهڙيءَ طرح، اسان جي مالي ۽ اخلاقي مدد ڪري، اسان کي اهڙي جو ڪائتي ڌنڌي جو صحيح اُجورو ملڻ شروع ٿيو آهي.

مون کي پنهنجي پورهئي تي فخر آهي. آءُ سمنڊن، دريائن، تلائن ۽ ڍنڍن جي پاڻيءَ سان ويڙهه ڪري، پنهنجي وطن جي ماڻهن کي خوراڪ پهچايان ٿو، جا هڪ وڏي انساني خدمت آهي.

## مشقون

1- نوٽ ڪريو ته ڪنهن به اسم جي گڻ يا اَوگڻ يعني خاصيت کي 'صفت' چئبو آهي، جيئن: چڱو، سٺو، سهڻو، مٺو، اڇو ۽ ڪارو.

سوال 2- هيٺيان لفظ پڙهو، لکو ۽ دُهرايو:

مُهانڊو، ناڪُتو، ويڙهل، گهٽ، بيڪار، هاڪاري، ڪهاڻي، جهلڻ، ڏندو، چاريون، مڇي، پيڙيون، لڱسِين، وسنديون، جوڪاڻتي، ايجادون.

سوال 3- هيٺين لفظن جا ضد لکو:

اُس، گرمي، سُٺو، سُپَتِ، اگهه، ويجهو، ڏٽي، ڏارَ، پهرين، گهٽائي.
مٿاهون، سوپ، مٽي.

سوال 4- هيٺين جملن مان اسم، ضمير ۽ صفتون ڌار ڪريو.

(1) ڪراچي پاڪستان جو هڪ وڏو شهر آهي.

(2) وَنگن سان چار دروازا اٿس.

(3) مون کي هرڪو سڃاڻي.

(4) مُناري جي پرسان هڪ سهڻي عمارت ٺهيل آهي.

(5) اَسين پاڻيءَ توڙي خشڪيءَ تي رهون ٿا.

(6) اِها ڳالهه ياد رکجو ته پاڻي منهنجو وڏو دشمن آهي.

(7) اوهان کي هُن جي چڱائيءَ جي خبر ڪانهي.

سوال 5- سنڌي ٻوليءَ جا اسم ۽ ضمير، حالت فاعلي، حالت مفعولي، حالت جري، حالت اضافت ۽ حالت ندا ۾ گردانُ ڪندا آهن. پنهنجي استاد کان اُنهن حالتن جي حوالي سان، اسمن ۽ ضميرن جي گردانن جي باري ۾ تفصيل سان سکو.

سوال 6- ڏنگين مان لفظ چونڊي، هيٺين جملن ۾ خالي جايون ڀريو:

(1) .......... شاگرد آهيون. (آءُ، اسين، توهين)

(2) آءُ مهاڻو ............ (آهي، آهيان، آهين)

(3) سنڌي ٻولي سولي ............ (آهي، آهيان، آهين)

(4) امين ۽ اڪبر ڀاءُ......... (آهي، آهيان، آهن)

(5) اوهين اسان جا دوست .............. (آهيو، آهيان، آهي)

(6) .............. ٻار هر هڪ کي وڻندا آهن (چڱو، چڱا، چڱن)

سوال 7- هيٺيان جملا پڙهو، لکو ۽ دهرايو:

(1) مهاڻو ڪهڙو ڪم ڪندو آهي؟

(2) مينهن پوڻ سان سڄو علائقو سائو ۽ سرسبز ٿي ويندو آهي.

(3) سنڌي ٻوليءَ جي 'الف ب' ۾ 52 حرف ٿيندا آهن.

(4) گوڙ ڪري يا ڏاڍيان ڳالهائي ماحول کي خراب نه ڪريو.

(5) نم جو وڻ ڏاڍو ڪارائتو ۽ قيمتي آهي.



# سبق نائون

## رَلِيءَ جو هُنَرُ

سنڌ جو صوبو قديم زماني کان هُنَرَنِ ۾ ناميارو رهيو آهي. نہ رڳو هِتي جا مرد هنرمند ۽ ڪارِيگرَ آهن، پر هِتي جون زالون بہ سُگهڙ ۽ سُجاڻ آهن. اُهي گهر جو ڪم ڪار پورو ڪري، وانديون ڪِينَ ويهَنِ، پر ڪو نہ ڪو ورتَڻُ ويهي ڪن. گهر جي چِنِي ڦاٽِي بہ ڳنڍينِ، تہ ٽوپو ٽانڪو بہ ڪن. اَجاٽِي، پُراڻِي اڳٽِي بہ ڪِينَ وڃائينِ. اڳي تہ ڪابہ ڪِڍِي، گهرَ جي ڀاتين لاءِ ڪپڙو تيار ڪرائينديُون هُيُون. هِن وقت ڪتڻ جو رواجِ نِڪِرِي ويو آهي، پر سيڻ ۽ پيرت جو ڪم سنڌ ۾ اڃا بہ جام ٿئي ٿو. ٽوپي جي ڪمن ۾ رَلِيءَ جي هنر کي وڏي اهميت حاصل آهي.

رَلِي سنڌ جِي خاص سُوکِڙِي آهي ۽ ٻهراڙِيءَ توڙي شهرن ۾، گهرن جو سينگار آهي. سگهڙ عورتن جي هٿ جو هنر ۽ سندن ڪارِيگرِيءَ جو شاهڪارُ رَلِي هُوندِي آهي. سنڌ جون عورتون، پراڻن ڪپڙن مان ڏاڍا ٽڪر ڪِڍِي، گڏ ڪنديون ويٺديون آهن. جڏهن ڪافي اڳٽِيون گڏ ٿِي وينديون آهن، تڏهن اُنهن کي جدا جدا رنگ ڏيئِي، رڱِينديُون آهن. اُنهن مختلف رنگين ٽُڪرِيُنِ مان چورَسِ، ٽِڪنڊن ۽ مستطيل شڪلين ۾ اڳٽِيون ڪَتري، ٽُڪريون ناهينديون آهن. اُهي پاڻ ۾ ڳنڍِي، جدا جدا شڪليون ۽ ڊزائينون تيار ڪنديون آهن. هرهڪ ڊزائين کي 'چَنڊُ' چئبو آهي. هن نموني سان تيار ٿيل رَلِيءَ کي 'ٽُڪرِيُنِ وارِي رَلِي' چئبو آهي.

ڪي زالون وري، اٽڪل هڪ گرانٺ هر چورس اڳٽِيءَ جي ٽُڪرن کي ڪَننچِيءَ سان ٽُڪينديون آهن. اُن ٽڪيل ڪپڙي کي ٻئي ڪپڙي جي مٿان سُئِيءَ

سان جَڙي، 'چندِ' تيار ڪنديون آهن. ٽُڪَ وارا چندِ تيار ڪرڻ لاءِ، گهڻيءَ محنت ۽ چاڻ جي ضرورت هوندي آهي. اهڙيءَ رَليءَ کي 'ٽُڪَ وارِي رَلي' چوندا آهن.

ٽُڪ يا ٽُڪرِين مان تيار ڪيل چنبن کي ڳنڍي، ڏيڍ ميٽر ويڪرو ۽ سوا ٻه ميٽر کن ڊگهو تَهُ تيار ڪنديون آهن. اُن تَهَ جي چوطرف، مختلف رنگن جون پَٽيون ۽ ڪُنگرِيُون يا ڳُڏيون لڳائينديون آهن. اهڙيءَ طرح هڪ تَهَ جي تيار ڪرڻ کان پوءِ، هڪ ٻيو لسو تَهُ به تيار ڪنديون آهن.

تَهن ٺاهڻ کان پوءِ، لَسو تَهُ وِڇائي، اُن جي مٿان پُراڻي ڪپڙي مان صاف ڪيل اگهڙين جا ٻه ٽي تَهَ ترتيب سان، سَٽيا ويندا آهن. اُن کان پوءِ ٽُڪرين يا ٽُڪَ وارو تيار ٿيل تَهُ، اُن جي مٿان رکي، پاسن کان ٽوپو ڏينديون آهن.

تهن کي، پاسن کان ٽوپي ڏيڻ کان پوءِ، ٿورِيءَ ٿورِيءَ وڇوٽيءَ تي ٽوپا ڏينديون آهن. اِنهن ڇِڊِن ٽوپن کي 'دوڳڻ' چئبو آهي. رَليءَ جي دوڳڻ جو اِهو مقصد هوندو آهي ته تهن جي وچ ۾ سَٽيَل اگهڙيون، اڳتي پوئتي ٿِي، ڳنڍا ڳوڙها نه ٿِي پون.

دوڳڻ کان پوءِ، هرهڪ دوڳَ جي وچ ۾، گهاٽا ٽوپا ڏنا ويندا آهن، ۽ اُنهن جا ڪُڻَ گهڻو ڪري هڪجيڏا ۽ هڪجهڙا هوندا آهن.

گهر ۾ عام استعمال لاءِ، ساديون ۽ لَسيون رليون ٺاهيون وينديون آهن. ٽُڪ وارين رَلين جو استعمال، آئي وئي لاءِ ڪيو ويندو آهي. سگهڙ زالن جي گهرن ۾، روزانو ڪم ايندڙ رلين کان سواءِ، نيون ۽ ٽُڪَ واريون رليون به گهڻي تعداد ۾ هُونديون آهن، جن کي هُو ڏاڍيءَ سنڀال سان ويڙهي رکنديون آهن. ڀرپاڙيءَ جو دستور آهي ته جڏهن ڪو به عزت وارو مهمان اُتي پهچي ويو ته هڪدم رَلي وڇائي، کيس ڪَٽَ تي ويهاريندا آهن، ۽ سندس آجيان ڪندا آهن.

رليءَ جو هنر، سڄيءَ سنڌ ۾ عام آهي، پر سڀ کان اعليٰ قسم واريون

رليون ٿرپارڪر ضلعي جي ناري وارِيءَ ايراضِيءَ ۾ ٺهن ٿيون. اُنهن جي بيهڪ، ڊزائين ۽ ٽوپو ڏسِي، حيرت وٺِي وِينديِ آهي. گهڻيون رليون ته ڏيک ويک ۾، سُٺن ڪيسَن کان به سرس هونديون آهن. ڊزائين جي لحاظ کان، رلين جا ڪيترائِي نالا آهن، جيئن: ڇَهَن ڏِبلَن وارِي، سٺ ڏِبلن وارِي، سورهن چنڊن واري، ڪوهه ڦيري وارِي، اڌ ٽُڪ وارِي، پڪي واري، نانگ ڦڻ، نورَ پُڇِي، ڦٽيءَ ڪورَ، فَرشِي، پٽاشي ۽ ٽُڪ وارِي وغيره.

سنڌ ۾ رلي وڇائڻ توڙي اوڍڻ لاءِ استعمال ڪبي آهي. سنڌ کان ٻاهر ٻئي هنڌ ڪٿي به رليءَ جو هنر ڪونه آهي. هِن وقت ٻاهرين ملڪن ۾ رليءَ کي ڏاڍو پسند ڪيو ويندو آهي. ڪيترائِي ماڻهو رليون سوکڙِيءَ طور ٻاهرين ملڪن جي دوستن کي ڏيندا آهن.

## مشقون

1- نوٽ ڪريو ته اُهو لفظ جنهن مان 'هئڻ'، 'ڪرڻ'، 'سهڻ' يا 'ڪنهن تي ڪم ٿيڻ' جي معنيٰ نڪري، اُن لفظ کي 'فعل' چئبو آهي: جيئن: لِکُ، پڙهه، مارِ، ٻوڙُ، کاءُ، اَچُ.

سوال 2- اُهڙا پنج لفظ لکو، جيڪي اسم جو گُڻُ يا اَوگُڻُ ڏيکارين.

سوال 3- هيٺين جملن مان اسم، ضمير، صفتون ۽ فعل ڌار ڌار ڪري لکو:

(1) اوهين جنهن ڏينهن اِسڪُولِ آيا هئا، تنهن ڏينهن اِسڪولُ بند هو.

(2) رلي سنڌ صوبي جي هڪ سهڻي سوکڙي آهي.

(3) اسان جي صوبي جا مرد توڙي عورتون وڏا ۽ سنا هنرمند رهيا آهن.

(4) شاهه عبداللطيف ڀٽائِي اسان جي ملڪ جو هڪ عظيم شاعر ٿي گذريو آهي.

(5) گهر ۾ عام استعمال لاءِ ساديون رليون هونديون آهن.

سوال 4- صفت شمارِي ۽ صفت قطارِي، مثالن سان سمجهايو.

سوال 5- سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪيترائي ٻٽا لفظ ڪم ايندا آهن. جيئن: اڳتي پوئتي، ڳنڍيا ڳوڙها، آئي وئي، ڏيک ويک وغيره. اوهين اهڙا ٻيا ڏهه لفظ لکو.

سوال 6- سنڌي ٻوليءَ ۾ اصطلاحن جو وڏو ذخيرو موجود آهي. جيئن: پاڻُ ملهائڻُ، نِينهَن نِڀائڻُ، رَنگَ لائِڻُ، ڳُڻَ ڳائِڻُ، سِيني سان لائِڻُ، وغيره. هن نموني جا ڏهه ٻيا اصطلاح معنيٰ سان لکو.

سوال 6- هيٺيان لفظ پڙهو ۽ لکو:

نامــيارو، سُگهڙَ، سُڃاڻَ، وانديُون، ڇِني ڦـاٽِي، ڳنڍِيِن، ٽوپو ٽانڪو، ڀاتين، اڳڙِي، سوڪڙي، ٻهراڙِي، ٽُڪَر، ٽِڪُنديِن، ٽاهِينديُون، اَٽڪل، ڪنڇِي، ٽُڪِينديُون.



# سبق ڏهون

## ٿر جا ماڻهو

سنڌ پرڳڻي جي اوڀر طرف ٿرَ ضلعي جي ڪجھ حصي ۾، رڃ واريءَ جون پٽون آهن. اُتي ڪوبہ واھ نہ آهي، جنهن مان پوک کي پاڻي ملي. واهن جي پاڻيءَ نہ هئڻ سبب، اِهو سمورو حصو اڪثر غيرآباد رهي ٿو. سنڌ جي هِن حصي کي "ٿرُ" سڏيو وڃي ٿو ۽ اتي جي رهاڪن کي "ٿرِي" چوندا آهن. اِهو سمورو علائقو، اڪثر ڪري غيرآباد رهندو آهي.

ٿر جا ماڻهو ڏاڍا غريبَ ۽ سادا آهن. سندن گذارو گهڻو ڪري مال تي آهي. جيڪڏهن مينهُن پوي تہ پوک ڪن، پوءِ کائڻ لاءِ اَنُ ۽ مال لاءِ گاھ بہ ٿئين، جي نہ تہ اُتي ڏڪارُ ٿيو پوي. ڏڪارَ جي حالت ۾ ماڻهو توڙي سندن مالُ بُکَن ۾ پاھُ پيو ٿيندو آهي. اِهوئي سبب آهي، جو چوندا آهن تہ: "وُٺو تہ ٿرُ، نہ تہ بَرُ".

ٿَرَ جي ماڻهن جي پوشاڪ تمام سادِي آهي. مردن ۾ مسلمانَ پَٽڪو، گوڏ ۽ صدري پائين ۽ هندو ورِي انگرکو پائين، ڌوتي ۽ پٽڪو ٻڌن. مسلمان زالون پَڙو، گَجُ ۽ چُني ڍڪين، ۽ هندو زالون پَڙو جُهبو ۽ پوتي پائين.

ٿَرَ جي رهاڪن جو کاڌو بہ سادو هوندو آهي. جُوئَرِ يا ٻاجهريءَ جِي ماني ۽ لُلرَ يا مَريڙي جو ساڳُ ملين، تہ هُنن لاءِ جڻ تہ عيد ٿِي. نہ تہ سِگرَ ۽ سانُون، ڪرلُون ۽ ڪاڱيون، پُسِي ۽ ڇيڙَ، ۽ ڏڪارُ پوي تہ گڏ ڪيل ڏٿَ تي گذر ڪن. هُنن لاءِ پيئڻَ جو پاڻي بہ هڪ وڏو مسئلو آهي. وٽن کوهَہ تمام ٿورا ۽ اُونها هوندا آهن، جن مان پاڻي ڪڍڻ ڏاڍو ڏکيو ٿيندو آهي، تنهنڪري هِي ماڻهو

مِينهَن جي مُندَ ۾ برسات جو پاڻي جيڪو تلاءَنِ ۽ ترايُنِ ۾ گڏ ٿي ويندو آهي، اُهو تيستائين پيا ڪم آڻيندا، جيستائين صَفا ختم نہ ٿي وڃي.

ٿَرِيُن جا گهر ڪَکن مان ٺهيل هوندا آهن، جن کي چَونرا ۽ لانڍيون سڏبو آهي. هي ماڻهو ڏاڍا مهمان نواز آهن. وٽن ڪوبہ لنگهي ويندو تہ حالَ سارو سندن خدمت ڪندا ۽ اُن ۾ نهايت گهڻي خوشي محسوس ڪندا. ڪين پنهنجي ترقيءَ جو ڏاڍو خيال رهي ٿو ۽ علم خواهہ هنر جي حاصل ڪرڻ لاءِ رات ڏينهن محنت ڪندا رهندا آهن.

ٿر ۾ آمد رفت جي ڏاڍي تڪليف آهي. هاڻي ڪن ٿورين جاين تي لاريون هلن ٿيون، باقي سڄي ٿر ۾ سواريءَ ۽ باربرداريءَ جو وسيلو اُٺَ آهن. اچ وڃ جي سهولت نہ هئڻ جي ڪري، ٿرِي ماڻهو هروڀرو ڪيڏانهن گهمڻ ڪون وڃن. سُڪارَ وقت هو پنهنجن پِڊَنِ تي خوش هوندا آهن. البت ڏڪار جي حالت ۾ پنهنجا ڪک ڇڏي، مالُ ڪاهي، واهن واريءَ ايراضيءَ ڏانهن ويندا آهن. ڪين پنهنجن ماڳن سان ايتري تہ محبت آهي، جو جيئن ئي جُهڙَ ٿِيَنِ ۽ وسڪارو ٿئي، تيئن هُو مال ڪاهي پنهنجن پنهنجن ٿڙن تي موٽي ايندا آهن.

ٿري ماڻهو پنهنجو توڙي پنهنجي مال جو علاج پاڻ ڪندا آهن. علاج جا طريقا وٽن پيڙهيءَ بہ پيڙهيءَ هلندا اچن. جيڪڏهن ڪو ماڻهو سندن علاج سان چاڱُ نہ ٿيو، تہ سرڪار طرفان قائم ڪيل اسپتالن ۾ علاجن لاءِ ويندا آهن. هِي ماڻهو سنا هنرمند بہ آهن. اُنَ مان ڪَتا ۽ لويُون، ڏاسَ مان ڪَرَڙَ، ڪرڙيون، ڪاهيون، ٻورا، فراسيون، ۽ ڪاٺَ مان هَنا ۽ پاڪڙا تمام سنا ٺاهيندا آهن. ٿري زالون ڀرت ڀرڻ ۽ مٽيَنِ مَڙهڻَ ۽ پُوئڻَ ۾ پَڙُ آهن. سندن ڀرت ڀريل ڪپڙا ماڻهو ميزپوشن ۽ پردن طور ڪم آڻيندا آهن. هِينئر سنڌ سرڪار ٿر جي سڌاري ۽ واڌاري لاءِ ڪوششون ڪري رهِي آهي. اُهو ڏينهن پري نہ آهي، جو هيءُ حصو بہ

سنڌ جي ٻين آباد ۽ سڌريل حصن جهڙو ٿي پوندو.

## مشقون

خاص هدايت:

(1) پنهنجي اُستاد کان حالت تغيريءَ جي باري ۾ تفصيل سان سکو.

(2) ياد ڪريو تہ فعلُ امر جي حاضر واحد صورت مان نهندو آهي، جيئن:

لک، پڙهہ، اچ ۽ وڃ وغيره.

سوال 1- هن سبق ۾ ڪهڙا ڪهڙا لفظ اسم، ضمير، صفت ۽ فعل طور ڪم آيا آهن؟

سوال 2- هيٺ ڏنل لفظ پڙهو، لکو ۽ دُهرايو:

ڏِکڻُ، اوڀَرُ، تَرُ، ڳَچُ، ڳُدِرانُ، جُوئَرِ، ٻاجِهـرِي، وُنـو، سِڱَرَ، مَرِيئڙو ساڳُ، اُونها، ڪَڍَڻُ، جيستائِين، پَنڪو، اَنگِرکو، پَڙو ڏاسَ، ڪٽا، ڪَرَڙَ، پَرتُ.

سوال 3- اعرابون ڏيئي لفظن جون ڌار ڌار معنائون لکو:

پڙو، پٽون، مينهن، ڪک، ان، پير، سر، پنڪو، چٽ، پري، ڪڏ، ٻڌ.

سوال 4- هيٺين جملن ۾ خالي جايون ڀريو:

(1) سنڌي زبان ۾ اسمَ ۽ ضميرَ ......... حالتن ۾ گردان ڪندا آهن.

(2) فاعل مان مراد آهي ..................

(3) فاعل جي حالت ................ ٿيندي.

(4) مفعول جي حالت .......... ٿيندي.

(5) حرف جَر جي استعمال سان، اسم ۽ ضمير، حالت ............. ۾ گردان ڪندا آهن.

سوال 5- هيٺيان جملا، پڙهي لکو ۽ دُهرايو:-

(1) ٿر وارو علائقو سنڌ پرڳڻي جي اوڀر ۾ آهي.

(2) ٿر مان ڪوريه واهه نڪتو وَهي، جنهن تي پوک ٿئي.

(3) ٿر جا ماڻهو ڏاڍا مهمان نواز ٿيندا آهن.

(4) وڻو ته ٿر نه ته ٻر.

(5) ٿري پرت هنڌين ماڳين مشهور آهي.



# سبق يارهون

## حاجي عبدالله هارُونُ

سنڌ ۾ ڪيترائي نيڪ مرد ۽ مشهور ماڻهو ٿي گذريا آهن، جن هزان توڙي وزان، ملڪ ۽ قوم جي ڀلي لاءِ خدمت پنهنجي ڪئي آهي. سر حاجي عبدالله هارون به اُنهن نيڪ سيرت ماڻهن ۾ شُمارُ ڪيو وڃي ٿو.

حاجي عبدالله هارون سال 1872ع ۾، ڪراچيءَ جي هڪ غريب ڪڇي ميمڻ جي گهرَ ۾ ڄائو. هيءَ اڃا ڇئن سالن جو ئي هو، ته سندس والد وفات ڪري ويو. اُن ڪان پوءِ هُن جي پرورش جو سڄو بارُ سندس والده جي مٿان اچي پيو. ماءُ هُن جي تعليم لاءِ ڏاڍا جتن ڪيا، پر مسڪينيءَ سبب ڪيس اعليٰ تعليم ڏياري نه سگهي.

هُو جڏهن ٿورو وڏو ٿيو ته گهورڙيو ٿي، پاڙي جي گهٽين ۾ شيون وڪڻڻ لڳو. روزانو جيڪي ڪجهه ڪمائيندو هو، سو اچي ماءُ ڪي هٿ ۾ ڏيندو هو. شروعات ۾ ڪيس شيون وڪڻندي لڄ ٿيندي هئي، پر پوءِ آهستي آهستي هري ويو. ان وقت هُن اِهو محسوس ڪيو ته واپار ڏاڍو فائدي وارو ڌنڌو آهي.

هُو ٿوري وقت لاءِ چار روپيا ماهوار پگهار تي وڃي بيٺو. اُتي هُن ڏاڍي محنت ۽ ايمانداريءَ سان ڪم ڪيو. اُتي واپار ڪرڻ جي ڪجهه ڄاڻ حاصل ڪرڻ بعد، هُن پنهنجو ننڍڙو دُڪانُ ڪوليو ۽ پنهنجي مُنهن ڌنڌو ڪرڻ لڳو. محنت، سچائيءَ ۽ ايمانداريءَ سان ڪاروبار ڪرڻ ڪري، هيءُ ڏينهون ڏينهن ترقي ڪندو ويو. سندس ديانتداريءَ جو نتيجو اِهو نڪتو، جو ٿورن ئي سالن ۾ ڪراچيءَ جي وڏن واپارين ۾ شمار ٿيڻ لڳو.

هُو آسام مان ڪنڊ جا جهاز گهرائيندو هو. اُن واپار ۾ ڪيس تمام گهڻو نفعو ٿيو. اُهو يتيم ٻار، جيڪو ڪجهه عرصو اڳ، ڪراچيءَ جي گهٽين ۾ گهوريندو هو، سو سال 1890ع ۾ اُن ساڳئي شهر ۾، "ڪنڊ جو بادشاهه" سڏجڻ لڳو. اُن وقت سندس عُمر 18 سالَ هُئي.

هُن کي پنهنجو ننڍپڻ ياد هو، جنهنڪري ڪيس غريبن، يتيمن ۽ بيواهن جي ضرورتن جي پُوري ڄاڻ هئي، اُنڪري هُن گهُرجائُن ۽ حاجتمندن جي دل کولي مدد ڪئي، ۽ گهڻائي خيرَ ۽ ڀلائيءَ جا ڪم ڪيائين: مثلاً يتيم خانا قائم ڪيائين: جن ۾ نادار ۽ لاوارث ٻارن کي تعليم ڏيئي، پاڻ پَرو بڻايو ويندو هو.

عام تعليم لاءِ پرائمريءَ کان وٺي ڪاليج تائين درسگاهون ۽ هاسٽلون تعمير ڪرايائين. هُن ڪيترين ئي مسجدون پڻ اَڏايون، جن ۾ ديني تعليم ڏيڻ جو بندوبست ڪيائين. هُن واپارين جي مدد ۽ ڀلائيءَ لاءِ ڪوآپريٽو بئنڪون قائم ڪرايون، جن مان ننڍين واپارين کي آسان قسطن تي قرض ڏياري، تجارت کي زور وٺائڻ جي ڪوشش ڪيائين.

حاجي عبدالله هارونَ کي ملڪي سياست سان به ڏاڍي دلچسپي هوندي هئي. پاڻ آزاديءَ جي اڳواڻن سان گڏجي تمام گهڻو ڪم ڪيائين ۽ وڏن ليڊرن ۾ شمار ٿيڻ لڳو. سندس سياسي زندگيءَ جي شروعات سال 1901ع کان ٿي: پر سال 1914ع واريءَ پهرينءَ مهاڀاري لڙائيءَ کان پوءِ، عملي طرح سياسي ميدان ۾ پيرُ پاتائين. سال 1919ع ۾، سنڌ صوبائي خلافت ڪميٽيءَ جو صدر ٿيو، ۽ 1920ع ۾ ڪيس سنڌ صوبائي مسلم ليگ جو صدر چونڊيو ويو. ساڳئي ئي سال ۾، هُو بمبئي ڪائونسل جو ميمبر پڻ چونڊجي آيو. 1925ع ۾ سنڌ کي بمبئيءَ کان جدا ڪرڻ لاءِ تحريڪ شروع ٿي، ته اُن تحريڪ ۾ ڀرپور حصو وٺڻ لڳو. سن 1926ع کان 1942ع تائين، هندستان جي مرڪزي ليجسليٽو

اسيمبليءَ تي ميمبر رهيو. 1937ع ۾ کيس سنڌس اعليٰ عوامي خدمتن جي عيوض 'سَرَ' جو خطاب مليو. جڏهن سن 1938ع ۾ مرڪزي اَسيمبليءَ ۾، مسلم ليگ پارٽي ٺهي ته حاجي عبدالله هارون اُن جو ميمبر ٿيو، ۽ آخر تائين اُن ۾ شامل رهيو.

آڪٽوبر 1938ع ۾، ڪراچيءَ ۾، آل انڊيا مسلم ليگ جي هڪ وڏي ڪانفرنس ڪرنايائين، جنهن ۾ سڄي ملڪ جا بَرکَ اڳواڻَ شريڪ ٿيا. اُن ڪانفرنس ۾، پاڪستانَ جي قيامَ لاءِ ٺهراءُ پاس ڪرايائين. سال 1940ع ۾ لاهور واري آل انڊيا مسلم ليگ جي اجلاس ۾، جڏهن پاڪستان جو ٺهراءُ پيش ٿيو ته حاجي عبدالله هارونَ اُن جي زوردار پُٺڀرائي ڪئي. هُو پنهنجي زندگيءَ جي آخري گهڙيءَ تائين پاڪستان جي حاصل ڪرڻ لاءِ، قائداعظم جو ٻانهن ٻيلي ٿي رهيو.

حاجي عبدالله هارونُ سنڌ جو هڪ مثالي انسان ٿي گذريو آهي. سنڌس قائم ڪيل تعليمي ۽ عام ڀلائيءَ وارن ادارن مان ماڻهو اڄا تائين فائدو حاصل ڪندا رهن ٿا. ڪراچيءَ ۾، ڪڏي ۾، "عبدالله هارون ڪاليج"۽ هڪ يتيم خانو" ۽ "مدرسو" ٻاڻ ئي قائم ڪيو هئائين.

انسان ذات جي هن سَڄَڻَ، تاريخ 27 اپريل، 1942ع تي، هن فاني جهان مان لاڏاڻو ڪيو. کيس سنڌس ئي قائم ڪيل ڪڏي واري يتيم خاني جي اڱڻ ۾ دفن ڪيو ويو.

## مشقون

1- ياد ڪريو ته فعل جا ٻه قسم آهن: فعل لازمي ۽ فعل متعدي. فعل لازمي فاعل سان گردان ڪندو آهي، جڏهن ته فعل متعدي، مفعول سان ڦرندو آهي.

2- ڪي ٻہ جملا ڪٿي، فعل لازمي ۽ فعل متعديءَ ۾ فرق واضح ڪريو.

سوال 1- "لکڻ"، "پڙهڻ" ۽ "گھمڻ" ڪمن جا نالا آهن. اهڙا ڏهہ ٻيا لفظ لکو.

سوال 2- ڪن ٻہ ڏهن ميون، ڏهن پکين ۽ ڏهن وڻن جا سنڌي ٻوليءَ ۾ رائج نالا لکو.

سوال 3- هيٺيان لفظ پڙهو، لکو ۽ دُهرايو:

هَڙان، ڪَچِي، ميمُڻُ، اَجا، ڏِيارِي، گھورِڙِيو، گِھٽِيِنِ، وِڪِڻَڻُ، لَڄَ، پَگھــارُ، پَنھَنجو، نَنڍِڙو، ڏَنڊو، ڪَنڌُ، نَنڍَپَڻُ، گــهُرجائِنِ، پاڻ پَرو، اڳوائن

سوال 4- هيٺين لفظن جا ضد ڏاهي لکو:

نيڪ، مرد، پَلي، پوءِ، ڏاڍو، مسڪيني، ڏيندو شروعات، فائدو ايمانداري، عام، نفعو.

سوال 5- هيٺين جملن کي عدد جمع جي گردان ۾ بدلايو:

(1) مان هن شهر جو رهاڪو آهيان.

(2) تون هڪ شاگرد آهين.

(3) هُو هڪ واپاري آهي.

(4) هُو حيدرآباد ۾ رهندو آهي.

(5) تون سياسي اڳواڻ آهين.

سوال 6- هيٺ ڏنل خانن مان لفظ چونڊي جملا ٺاهي لکو:

هڪ جملو نموني طور ٺاهجي ٿو:

تو خط لکيو.

| | | |
|---|---|---|
| هُوءَ | ڊاڪٽر | آهيان |
| تون | شاگرد | آهيون |
| ڇوڪريءَ | خط | لکيو |
| تو | اُستاد | لکان ٿو |
| مان | شاگرديائيون | لکيو |
| هُو | انب | آهي |
| اسان | ڪيلو | کان ٿو |
| توهين | ڊاڪٽرياڻي | آهيو |
| اسين | | آهين |

سوال 7- ڏنگين ۾ ڏنل هدايتن موجب جملا نَئين سر لکو:

(1) هُوءَ ڇوڪري آهي. (فاعل کي ضمير متڪلم ۾ بدلايو)

(2) اهي، هن اسڪول جا شاگرد آهن. (فاعل کي ضمير حاضر جمع ۾ بدلايو)

(3) مان ماسترياڻي آهيان. (فاعل کي ضمير حاضر جمع ۾ بدلايو)

(4) اسين ماڻهو آهيون. (ضمير کي غائب جمع صورت ۾ بدلايو)

(5) توهين ڊاڪٽر آهيو. (ضمير کي متڪلم جمع صورت ۾ بدلايو)



# سبق ٻارهون

## ڪوٽڙي بئراج

پاڪستان بنيادي طرح هڪ زرعي ملڪ آهي. هن ملڪ ۾ آبپاشيءَ جي نظام کي سڌارڻ ۽ بهتر بنائڻ جو خاص خيال رکيو ويندو آهي. اسان جي صوبي سنڌ ۾، زراعت جو سڄو دارومدار سنڌو درياءَ ۽ اُن مان نڪرندڙ واهن تي آهي.

ڪو وقت هو جڏهن هن درياءَ مان نڪتل واهه ڦاٽ جي صورتن ۾ هوندا هئا، جيڪي صرف آبڪلاڻيءَ جي مُند ۾ وهندا هئا. اُن وقت هتي آبادي، هڪ- فصلي ٿيندي هئي. سال 1932ع ۾ جڏهن سکر بئراج ٺهيو، تڏهن اُن مان نڪرندڙ واهن کي دائمي طور وهندڙ بڻايو ويو. اُن کان پوءِ، انهن واهن واريءَ ايراضيءَ ۾ آبادي ٻه- فصلي ٿيڻ لڳي.

سکر بئراج مان دائمي وهندڙ واهن کان سواءِ، سنڌو درياءَ مان ڪي ٿورا موسمي وهندڙ واهه ٻه هوندا هئا. باقي درياءَ جو سمورو پاڻي وهي وڃي عربي سمنڊ ۾ ڪرندو هو. سال 47-1946ع ۾ هڪ رٿ ٺاهي وئي، جنهن ۾ ڄاڻايو ويو هو ته ڄامشوري وٽ، سنڌوندي‌ءَ تي هڪ ٻيو بئراج ٻڌو ٺاهيو وڃي، جنهن جي مدد سان دائمي واهه وهائي، لاڙ ۾ پيل غيرآباد زمين کي آباد ڪيو وڃي.

اُن کان پوءِ شروعاتي ٽن سالن ۾، گهربل اوزارن ۽ شين حاصل ڪيون ويون. هڪ بجلي گهر ۽ ورڪشاپ پڻ تعمير ڪيو ويو، ۽ ڪاريگرن ۽ مزدورن لاءِ ڪالوني پڻ اڏائي وئي. ساڳئي وقت هن بئراج جي ڊزائين ۽ اڏاوت جو نقشو تيار ڪيو ويو.

شروعاتي تياريِن کان پوءِ، تاريخ 12 فبروري 1950ع تي، اُن وقت جي گورنر جنرل، جناب خواجه ناظم الدين کان هن بئراج جي پيڙهه جو پٿر رکايو ويو. تربيت يافته ڪاريگرن جي کوٽ، پرڏيهي ناڻي جي کميءَ ۽ مشينريءَ جي فاضل پرزن جي کوٽ بئراج جي تعميرَ جي ڪم ۾ گهڻي رڪاوٽ وڌي. اُنهن سڀني مشڪلاتن هوندي ـ، ڪارڪنن همت ڪانه هاري. هُو رات ڏينهن بئراج جي ڪم کي لڳا رهيا. نيٺ هيءَ عظيم رٿا پنجن سالن جي لڳاتار محنت ۽ پورهئي کان پوءِ مڪمل ٿي

1954ع جي سيپٽمبر مهيني ۾، درياءَ جو پاڻي بئراج مان وهايو ويو، ۽ 15 مارچ 1955ع تي بئراج جو افتتاح ٿيو. جيئن ته بئراجُ، ڪوٽڙي شهر جي ويجهو آهي، انهيءَ ڪري هِن تي 'ڪوٽڙي بئراج' نالو رکيو ويو.

هِن بئراج جي تعمير تي ڪُل 5 ڪروڙ 75 لک روپيا خرچ آيو. اُن کان سواءِ، هِن مان وهندڙ دائمي واهن ۽ شاخن جي تعمير ۽ تياريءَ تي جملي 124 ڪروڙ روپيا خرچ ٿيا. بئراج جي ڊيگهه اٽڪل هڪ هزار ميٽرَ آهي. هِن کي چوئيتاليهه دروازا آهن، جن مان هرهڪ دروازو 18 ميٽر ويڪرو ۽ 7 ميٽر اوچو آهي. هِن بئراج مان وڏ ۾ وڏ پوڻا نَوَ لک ڪيوسڪ پاڻي لنگهي سگهي ٿو. هِن مان ٻيڙين جي لنگهه لاءِ به انتظام ڪيل آهي، ۽ اوياري پاسي کان لَهواري پاسي ڏانهن مڇيءَ جي وڃڻ لاءِ به ڏاڪڻيون به ٺهيل آهن.

بئراج جي پُل تان آمدرفت لاءِ 7 ميٽر ويڪرو رستو ٺهيل آهي، جنهن جي ٻنهي پاسي، هڪ هڪ ميٽر ويڪرا فوٽ پاٿ ٺهيل آهن، ته جيئن پيادا ماڻهو، آسانيءَ سان اچي وڃي سگهن. اُن کان سواءِ پُل تان بجلي ۽ سُئي گئس جي تارن ۽ پائيپن جي پار ڪرڻ لاءِ به انتظام ڪيل آهي. هن پل جي تعميراتي ڪم جي سڄي نگراني پاڪستاني انجنيئرن ڪئي. بئراج جي تعمير ۾ ڪم

آندل پَٽرُ جنگشاهيءَ جي ٽڪرين مان حاصل ڪيو ويو.

ٻراج جي ساڄي پاسي کان ڪلري- ٻگهاڙ نالي دائمي وهندڙ هڪ واهه کڏيو ويو آهي. هن واهه ۾ نوَ هزار هڪ سؤ ڪيوسڪ پاڻي کڻڻ جي گنجائش آهي. اڳ ۾ اهو واهه پٿريلي ايراضيءَ مان وَهي وڃي ڪِينجهَر ڍنڍ ۾ پوندو هو، پر هاڻ، هيءَ واهه ڪِينجهرَ ڍنڍ جي اُيرندي طرف کان وهندو، ڏکڻ طرف ڍنڍ مان نڪتل ريگيوليٽر ۾ وڃي پوي ٿو. ڪِينجهرَ ڍَنڍَ، هڪ قدرتي ڍنڍ آهي. اڳ 'ڪِينجهرَ' ۽ 'سونَهَري' نالن سان اِهي ٻه ڍنڍون هونديون هيون، پر پوءِ اُنهن ٻنهي ڍنڍن کي ملائي، اُنهن جي چوڌاري وڏو بند ٻڌي، هڪ ئي ڍنڍ ناهي وئي، جنهن جو نالو 'ڪينجهر ڍنڍ' رکيو ويو. هن ڍنڍ جي ايراضي 74 چورس ڪلوميٽر آهي.

ڪلري- ٻگهاڙ واهه نه فقط ٺٽي ضلعي جي وڏيءَ ايراضيءَ کي آباد ڪري ٿو، پر هِن واهه مان هڪ شاخ ذريعي هاليجي ڍنڍ کي، پاڻي پهچايو ويندو آهي، جتان ڪراچي شهر کي پيئڻ لاءِ پاڻي پهچايو ويندو آهي. ساڳئي وقت ڪينجهر ۽ هاليجي ڍنڍون مڇي مارڻ ۽ سير ۽ تفريح لاءِ به بهترين جايون آهن.

سنڌو درياءَ جي کاٻي ڪپ کان، هن ٻراج مان ٽي واهه کڏيا ويا آهن. اُهي واهه هي آهن: ڦليلي، پيو پڃاري ۽ ٽيون سيمينٽ سان پڪو ڪيل اَڪرم واهه. اهي ٽيئي دائمي وهندڙ واهه آهن.

هن ٻراج مان نڪتل واهن مان دادو حيدرآباد، بدين ۽ ٺٽي ضلعن جي زرعي پيداوار ۾ گهڻو اضافو ٿيو آهي. هاڻي اِنهن ايراضين ۾ اِهي واهه پاڻي رسائين ٿا. اِنهن ايراضين کي سم کان بچائڻ لاءِ 'سم ناليون' پڻ کوٽايون ويُون آهن، جيڪي سم وارو پاڻي سمنڊ ڏانهن کڻي وڃن ٿيون.

هاڻي انهن ايراضين ۾، ڪٽڪ، ڪپهه، سارين ۽ ڪمند جا بهترين

فصل ٿين ٿا. ۽ پاڇيون ۽ تيلي ٻج پڻ پوکيا ويندا آهن. ڪافي هنڌن تي ته ڪيلن، انبن، زيتونن ۽ ليمن جا وڏا باغ پڻ لڳايا ويا آهن.

جتي اڳ ڪارو ڪلرُ ۽ ڪارا ڪبرَ هوندا هئا، اُتي هاڻي ساوڪ ئي ساوڪ نظر ايندي آهي.

## مشقون

1- ياد ڪريو ته حرف جر اهو لفظ آهي، جيڪو جملي ۾ ڪنهن اسم، ضمير ۽ صفت جي فوراً پٺيان اچي، اُن جو لاڳاپو جملي جي ٻين لفظن سان ڏيکاريندو آهي، جيئن:

(1) ميز تي ڪتاب رک.

(2) مون کي پنج روپيا ڏي.

(3) تو ڪنهن سان پٺي ڳالهايو؟

(4) تنهنجي کيسي ۾ ڇا آهي؟

(5) ٻرَ مان نانگُ نڪتو.

سوال 1- هيٺيان لفظ پڙهو، لکو ۽ دُهرايو:

آبپاشي، سنڌُ، سنڌُو درياءُ، نڪرندڙ، ڦاٽَ، آبڪلاڻي، جڏهن، تڏهن، وَهندڙ، رڻ، ڇاڻايو، ڇامُ شورو، پيٽرهه، رُڪاوٽَ، پورهيو، ڪڏيو، ڪينجهر، سونهري، ڍنڍَ.

سوال 2- هيٺ ڏنل جملا درست ڪريو:

(1) مان عزيز آهين.

(2) اسين ڇوڪريون آهيان.

(3) توهين اُڪبر ۽ ڪنول آهن.

(4) تون ڪنهن جو پٽ آهي؟

(5) هي ۽ ڇوڪري آهن.

سوال 3- هيٺين صورتن کي "اصطلاح" چئبو آهي:

پاڻ پتوڙڻ، رنگ لائڻ، ڳُڻ ڳائڻ ۽ قرار ڪرڻ.

اِنهن اصطلاحن جون معنائون لکو ۽ اهڙا ٻيا ڏهه اصطلاح لکي، اُنهن جي سمجهاڻي ڏيو.

سوال 4- ضمير موصول ۽ جواب موصول ڪم آڻي، هيٺين جملن ۾ خال ڀريو:

(1) ............ محنت ڪندي ............ ڪامياب ٿيندي.

(2) ............ وٽ پئسا هوندا ............ هي ڪتاب خريد ڪري سگهندو.

(3) ............ سنڌي ٻوليءَ ۾ امتحان ڏيندو ............ کي انعام ملندو.

(4)............ پيپر پورو ڪيو، ........ کي موڪل ملي.

(5) ............ جيترو ڪمائيندو............ پنهنجو حصو ڀريندو.

سوال 5- هيٺيان جملا پڙهو، لکو ۽ دُهرايو:

(1) سنڌ صوبي ۾، زراعت جو دارومدار، سنڌو درياءَ تي آهي.

(2) ڪوٽڙي بئراج مان وڏا وڏا واهه ڪڍيا ويا آهن.

(3) ڪوٽڙي بئراجُ ڄامر شوري وٽ آهي.

(4) شروعاتي تيارين ڪان پوءِ، ڪوٽڙي بئراج جي پيڙهه جو پٿر رکايو ويو.

(5) هيءَ عظيم رٿا پنجن سالن ۾ مڪمل ٿي.

سوال 6- مٿين جملن ۾ جيڪي حرف جر، اسم ۽ صفتون ڪم آنديون ويون آهن، تن کي ڌار ڌار ڪري لکو.



# سبق تيرهون

## گورکَ هِل اسٽيشن

دادُو ضلعو سِنڌُو درياءَ ۽ کِيرٿَرَ جبلن جي قطارُن جي وچ ۾ آهي. کيرٿَرَ جبل جون قطارون، لاڙڪاڻي ضلعي جي شهدادڪوٽ تعلقي جي مٿان، اُتَرَ کان شروع ٿي، سنڌ صوبي جي اولهه وارِي سرحدَ ٺاهي، ڪراچيءَ جي مٿان اُتر- اولهه ۾ ختم ُ ٿيو وڃن.

کيرٿر جبلَ جي ڊيگهه هڪ سؤ پنجاهه ميل آهي. هن جبل جون ٽي قطارون آهن: (1) پٻ جبل، (2) گرو جبل ۽ (3) کيرٿر، جا اولهه وارِي قطار آهي، جيڪا گهڻي اوچي آهي. اُن جي چوٽين تي وڏيون ۽ ويڪريون سهڻيون ماٿريون پڻ آهن. اُنهن ماٿرين ۾ ڪيترائي تلاءَ ۽ ڍنڍيون آهن، جن ۾ مِينهَن جو پاڻي گڏ ٿيندو آهي. اُهو گڏ ٿيل پاڻي ماڻهو ۽ چوپايو مال پيئندو آهي. کيرٿر جبل کي ڪاڇي جا ماڻهو "اچو جبل" به چوندا آهن.

هن جبل جي قطارن مان، مکيه نَئيُون پڻ وهنديون آهن. اُهي نئيون هِي آهن: (1) نَئِن موهن، (2) نَئِن بارڻ، ۽ (3) نَئِن گاج. انهن مان نَئِن موهن ۽ نَئِن بارڻ، سنڌو درياهه ۾ چوڙ ڪن ٿيون، ۽ نَئِن گاج منڇر ڍنڍ ۾ اچي پوندي آهي. نَئِن گاج جي ڏکڻ ۾، کير ٿر جبل جون ٽي چوٽيون آهن. اُنهن مان اوچي ۾ اوچي، ۽ سيني کان مشهور چوٽي 'گورکَ' آهي. انهيءَ چوٽيءَ تي صدين کان وٺي، ماڻهن جي اچ وڃ ۽ وسندي پئي رهِي آهي. گورک چوٽي، سنيلسين، سامين ۽ جوڳين جو تيرٿُ آستان آهي.

'گورک چوٽي'، سمنڊ جي مٿاڇري کان پنج هزار ڇهه سؤ اناسي

فوٽ اوچي آهي. انهيءَ چوٽيءَ تي چمورو، چنگاٺي، خاشاٺي ۽ گنج مول نالن سان تلاءَ آهن. اُنهن کان سواءِ هت هڪ حوض پڻ نهيل آهي. هِن چوٽيءَ جي ڏکڻ- اولهه ۾ مينگڻ نالي واري هڪ ننڍي نَئِن به وهي ٿي. تلائن ۽ حوض ۾ مينهن جو پاڻي گڏ ٿيندو آهي. ماڻهوُ ۽ چوپايو مالُ بارهن ئي مهينا انهيءَ پاڻيءَ تي گذر ڪندا آهن. نَئِن مينگڻ ۽ ڪن وڏن تلائن جي پاڻيءَ تي ٿوري گهٽي پوک به ٿيندي آهي.

گورک چوٽِيءَ وارِي ماٿرِي، ٽن چئن سوَن ايڪڙن تي پکڙيل آهي. اُنهِيءَ ماٿريءَ ۾ بادام، انجيَر، انگورَ، چَمَن ۽ شاهه بلوط جا وڻ، عام جام ڏسڻ ۾ ايندا آهن. ميويدار وڻ ۽ وَليون به ميوو جهلينديون آهن. اُنهن ۾ ميوو گهٽو گهٽ ٿئي ٿو ۽ اُن ۾ رَسُ ۽ ميٺاجُ به گهٽ ٿو ٿئي، ڇاڪاڻ ته اُهي سيپٽي وليون ۽ وڻ پاڻ ئي پاڻ پيدا ٿيا آهن.

گورک چوٽيءَ تي انيڪ ٻُوٽيون به اُپرنديون آهن، جن جي سُرهاڻ، سڄي وايومنڊل کي واسي ڇڏيندي آهي. گورک چوٽيءَ جي خاص ٻُوٽِي 'حُسيني' آهي، جنهن جي سُگند ڦودني جي سُگند جهڙي ٿيندي آهي. گورک چوٽيءَ جي تلائن، ڪَڏن ڪُوٻَنِ ۽ لاهين چاڙهين تي گدڙول، چنبڙ، اُڪيڙي، کِپَ، مارمور، ڪنوس، ڪانڊار، اسپنگر، نونيو ۽ ڪي ٻيون وليون به اُپرنديون آهن.

گورک ۽ ٻين ٽڪرين ۽ لاهين ۾ آلڪاڻي، بُرفَتَ، ڪَلوئي، رِندَ ۽ ٻيا قبيلا رهندا آهن. اُهي قبيلا مالوَندَ ۽ راهَڪَ آهن. سندنُ مکيه ڌنڌو پوکي راهي ۽ چوپايو مال پالڻ آهي. هتي جا ماڻهو تمام سادا، سباجها، خوشدل، مهمان نواز ۽ محنتي آهن. اُنهن جابلو ماڻهن جون زائفائون به وڏيءَ همت واريون آهن. رَڌَ پچاءُ ڪرڻ، مال چارڻ، مال جي ڏهائي ۽ ڏُڌُ ولوڙڻُ، اُنهن جي ڏيهاڙيءَ جِي ڪِرتِ آهي. واندڪائيءَ ۾ وري پڪا ۽ تڏا ناهينديون آهن يا واڻ

وڌنديون آهن.

ڪيرٿر جبل جي چوٽين، تلائن ۽ نئين جي پيٽ ۾ گڏ، سرهه، هرڻ ۽ ڪڏهن ڪڏهن چيتا به ڏسڻ ۾ ايندا آهن. هت ٻگهڙ ۽ ڪارڙو تتر گهٽ، پر ڀٽ تتر عام ڏسڻ ۾ ايندو آهي. شڪارين ۽ مارين، ٻارهن سڱي ڦاڙهي جو انتهائي بي رحميءَ سان شڪار ڪري، اُن جو نسل ئي ختم ڪري ڇڏيو آهي. هاڻ ته هتان تلور به ختم ٿيندي پيئي وڃي.

گورک ۽ ٻين چوٽين جي آب هوا اونهاري ۾ ٿڌي ۽ وڻندڙ، پر سياري ۾ تمام ٿڌي ٿيندي آهي. سياري جي مُند ۾، جابلو ماڻهو پنهنجو مال ڪاهي، هيٺ نئين جي پيٽ ۾ اچيو رهن، ۽ سياري ختم ٿيڻ تي، پنهنجي ماڳ وريو اچن.

گورک چوٽيءَ جي پرپاسي لوڙهه، شڪلوئي، ڇمورو ۽ پٽ راڙ جا دڙا ۽ لڪ آهن، جتان لڏ پلاڻ ۽ اچ وڃ ٿيندي رهي آهي. اهوئي سبب آهي، جو نئن گاج جي پيٽ ۽ اُن جي آسپاس جي ماڳن ۾ تاريخ کان اڳ واري زماني جا قديم آثار ملن ٿا.

## مشقون

1- ياد ڪريو ته جيڪو لفظ ٻن لفظن يعني اسمن، ضميرن يا ٻن جملن کي ڳنڍي، تنهن کي 'حرف جملو' چئبو آهي، جيئن:

اڪبر ۽ تون ڪراچيءَ وڃو.

اَمينُ يا سندس پاٽر اچڻا آهن.

سوال 1- هيٺيان لفظ پڙهو، لکو ۽ دُهرايو:

ڪِيرِٿَرُ، وِڇُ، اُتَرُ، اولَهہ، ڏيکِهہ، پَنجاهُ، ماٿِرِيُن، وَهَندِيُون، مـوهَن، مَنچُرَ، چوٽِيُون، تِيرٿُ، مٿاڇِري، ٻارَهَن، ايڪَڙِن، جَهلِيندِيُون، ٻُوٽِيُون، سُگَندَ، ڏُڏُ، وِلوڙَڻُ.

سوال 2- هڪ ڪان ويهن تائين عدد شماري ۽ عدد قطاريءَ جا انگ لکي ڏيکاريو.

سوال 3- ڪاڏي جي ڪن به ڏهن شين ۽ طعامن جا نالا لکو.

سوال 4- ضمير، صفتون يا حرف جر ڪم آڻي، هيٺين جملن ۾ خال ڀريو:

(1)...... وطن پاڪستان آهي. (ضمير ڪم آڻيو)

(2) .......... منارو هڪ ........ يادگار آهي (ضمير ۽ صفت ڪم آڻيو)

(3) هيءَ قومي يادگار نهايت ....... لڳندو آهي (صفت ڪم آڻيو)

(4) 23 مارچ واري ڏينهن ............ وڏو شرف مليل آهي (حرف جر ڪم آڻيو)

سوال 5- سنڌيءَ ۾ ڪي اهڙا اسم به آهن، جيڪي جنس مذڪر يا جنس مؤنث جي صورت ۾ ساڳيا رهن ٿا، يعني نٿا بدلجن، اُنهن اسمن مان ڪي به چار لکو:

سوال 6- هيٺ ڏنل جملا پڙهو، لکو ۽ دُهرايو:

(1) اڄ سومر جو ڏينهن آهي.

(2) تون ٻاهرِ ويهُ.

(3) هُو گهر ۾ ڪونهي.

(4) ڇوڪر هاڻي پڙهي ٿو.

(5) گاڏي آهستي هلاءِ!



# سبق چوڏھون

## علامه آءِ آءِ قاضي

لنبن شهر جو هڪ ريلوي پليٽ فارم هو. ريل گاڏي ڇٽڻ واري هُئي، ۽ مسافر تڙ تڪڙ ۾ گاڏن ۾ چڙهي رهيا هئا. انهن مسافرن ۾ ٻه ڇٽا سنڌ جا رهاڪو هئا. اُنهن ٻنهي مان هڪ ڇٽو ته صحيح گاڏي ۾ چڙهي ويو ۽ ٻئي کي جيڪو گاڏو مليو، هو اُن ۾ چڙهي پيو. اندر پهچي ڏسي ته سڄي گاڏي ۾ هڪڙي اڪيلي ڇوڪري ويٺي آهي. گاڏي به هلڻ لڳي هُئي، هاڻي ڇا ڪري؟ هو هڪدم اُن ڇوڪريءَ کي پٺ ڏيئي، دروازي ڏانهن مُنهن ڪري بيهي رهيو. ڇاڪاڻ ته سندس ڳوٺ ۾ به اهڙوئي رواج هو ته جڏهن به ڪنهن گهٽيءَ مان ڪا عورت يا ڪي عورتون لنگهنديون هجن، ته مرد ماڻهو پٺ ڏانهن مُنهن ڪري بيهي رهي، جيستائين اُهي عورتون لنگهي نه وڃن. سو هِن سنڌي جوانَ به پنهنجي ڳوٺ واري ٻَر پاري.

اُها اَجنَبي دوشيزه اُن جُوان کي پنهنجي پر ۾ خالي پيل جاءِ تي ويهڻ لاءِ گهٽوئي چوندي رهي، پر هُن ڪان رکو ايتروئي اُڪليو ته "سائينڙِ، معاف ڪجو، مان ڀُلَ سان هِن گاڏي ۾ چڙهي پيو آهيان، بيهي ته لهي ويندس".
هِن جوان جي شرافت ۽ سادگيءَ، اُنهيءَ اجنبي دوشيزه جي جيءَ ۾ جاءِ جوڙي ورتي.

اوهان کي خبر آهي ته اُهو سنڌي جُوانُ ڪير هو ۽ اُها اجِنبي دوشيزه ڪيرَ هئي؟ اُهو سنڌي جوان علامه آءِ آءِ قاضي هو، ۽ اُها اَجنبي دوشيزه هئي مادام ايلسا گرٽروڊولوش، جيڪا "اَمڙ ايلسا قاضيءَ" جي نالي سان، سنڌ جي علمي ۽ ادبي حلقن ۾ مشهور آهي. علامه صاحب سان سندس شادي 1910ع ۾

جرمنيءِ ۾ ٿي.

علامہ صاحب جو پورو نالو امدادعلي ۽ سندس والد جو نالو امام علي قاضي هو. سندن جنم دادو ضلعي جي تاريخي ڳوٺ، پاٽ شريف، ۾ تاريخ 9 اپريل 1886ع تي ٿيو.

ننڍڙو امداد علي اڃا اسڪول وڃڻ واريءَ وَهيءَ کي مس پهتو، تہ سندس پيءُ کي حيدرآباد ۾ مختيارڪار مقرر ڪيو ويو. تن ڏينهن ۾، حيدرآباد ۾، آخوند عبدالعزيز جو مڪتب مشهور هوندو هو. ننڍڙي امداد عليءَ کي، اُنهيءَ مڪتب ۾ پڙهڻ لاءِ موڪليو ويو. پاڻ اٺن سالن جي عمر ۾ مسجد ۾ مؤذن جا فرض پڻ سرانجام ڏيندو هو.

ڏهن سالن جي عمر تائين هن کي ڪنهن بہ سرڪاري اسڪول ۾ داخل نہ ڪرايو ويو. جڏهن باقاعدي ڪيس اسڪول ۾ داخل ڪرايو ويو، تڏهن بہ آخوند عبدالعزيز ساڻس گڏ هوندو هو، تہ جيئن هُو عام ٻارن سان نہ ملي. سندن اڪثر تعليم خانگي طور تي ٿي. 18 سالن جي عمر ۾ پرائيويٽ اُميدوار جي حيثيت سان، سنڌي ورنيڪيولر فائنل جو امتحان پاس ڪيائين، جنهن ۾ فارسيءَ ۾ پهريون نمبر آيو. 1905ع ۾ بمبئي يونيورسٽيءَ مان مئٽرڪ بہ خانگي شاگرد طور پاس ڪيائين. اُن کان پوءِ ڪيس اعليٰ تعليم پرائڻ لاءِ عليڳڙهہ مسلم يونيورسٽيءَ ۾ داخل ڪرايو ويو. 1907ع ۾ سندن ماسات، سيٺ عبدالقادر حافظ، بئريسٽر ائٽ لا جي سند حاصل ڪرڻ لاءِ، انگلنڊ وڃي رهيو هو، تہ علامہ صاحب جن کي عليڳڙهہ مان گهرائي، سندس ماسات سان گڏ، ڪيس بہ انگلنڊ روانو ڪيو ويو.

لنڊن ۾، علامہ صاحب جنِ، پهرئين سال ۾، خانگي طور تي، 'اقتصاديات' جو اڀياس ڪيو: ٻئي سال لنڊن اسڪول آف ايڪانامڪس ۾

داخلا مليس، جتي ڊاڪٽر ڪننن سندن اُستاد هو. اُن سان گڏ پاڻ ڊاڪٽر آرنلڊ کان نفسيات ۾، ۽ پروفيسر هاب هائوس کان عمرانيات ۾ تعليم حاصل ڪندو هو. 'طبعيات' ۽ 'حياتيات' جو پڻ پنهنجي ليکي اڀياس ڪندو رهيو. جامع الازهر جي اُستاد شيخ گوما کان سواءِ، ڊاڪٽر ٽريٽن، عربيءَ ۾ سندس اُستاد رهيا.

1911ع ۾ ڪين 'لنڪنس اِن' ۾، بار اَيٽ لا ڪرڻ لاءِ، ڪورٽ ڏني وئي، جتان اُها سَندَ حاصلِ ڪري، وطن موٽي آيو. پر سترت ئي پوءِ لنڊن موٽي ويو، ۽ اُتي رهِي وڪالت ڪرڻ بدران پنهنجي تحقيقي ڪمَ کي ترجيح ڏنائين. 1919ع ۾ سنڌ ۾ مستقل طور رهڻ لاءِ موٽي آيو، ۽ ٽنڊي محمد خان ۾ مئجسٽريٽ مقرر ٿيو. پوءِ حيدرآباد ۾ سب- جج مقرر ٿيو، پر جلدِي کيس خيرپورميرس ۾ سيشن جج جي نئين عهدي تي، ڏهن سالن لاءِ مقرر ڪيو ويو. عدالتي معاملن ۾، رياستي اختيارين جي مداخلت سبب، ٻن سالن کان پوءِ استعيفا ڏيئي، لنڊن هليو ويو، جتي اسلام جي تبليغ لاءِ هڪ مرڪز قائم ڪيائين، جنهن کي 'جميعة المسلمين' نالي هڪ جماعت هلائڻ لڳي. پاڻ لنڊن ۾ اسڪول آف اورينٽل اسٽڊيز ۾ سنڌي پڙهائڻ شروع ڪيائين. کيس 'پوئٽري سوسائٽي آف انگلنڊ' جو نائب صدر ۽ 'فلاسافيڪل سوسائٽي آف انگلنڊ' جو تاحيات ميمبر مقرر ڪيو ويو.

علامہ صاحب کي سنڌي مسلمانن جي تعليمي، سماجي ۽ اقتصادي بدحاليءَ تي ڏاڍي ڳڻتي هوندِي هئي. اِن ڏِس ۾ هُن سياستدانن وٽ عمل جوڳيون رٿون ۽ بنا ڪنهن اُجرت جي پنهنجون علمي خدمتون پيش ڪيون.

1924ع ۾، لنڊن مان موٽِي اچڻ کان پوءِ، جناح ڪورٽس ڪراچيءَ جي مسجد ۾ پيش امام ٿيو، جتي جمعي جو خطبو پڙهندو هو. سندس خطبي

ٻڌڻ لاءِ عالم، اُستاد توڙي نوجوان شاگرد اچي گڏ ٿيندا هئا. 1935ع ۾ مولانا ظفر علي خان جي سھڪار سان ڪراچيءَ ۾' انجمن تبليغ اسلام' قائم ڪيائين.

علامه آءِ آءِ قاضي، جيتوڻيڪ ڪجھ عرصو انگلنڊ ۾ رهيو هو ۽ هميشه سوٽ بوٽ پائيندو هو، پر سندس روح سدائين مشرقي رهيو. علامه صاحب جو مطالعو ڏاڍو وسيع هو. مذهب، سائنس، فلسفي، ادب، شاعريءَ، آرٽ، تاريخ ۽ تمدن، لغت ۽ منطق، نفسيات ۽ تصوف تي سندس گهَري نظر هوندي هُئي. سندس ذڪر ۽ فڪر جو محورُ قرآن پاڪ هوندو هو. پاڻ قرآن شريف کي سچيءَ انسان ذات لاءِ هدايت جو سرچشمو، سڏيندا هئا. قرآن شريف کان پوءِ، سندن وڏي ۾ وڏو ماخذ 'شاهه جو رسالو' هوندو هو. پاڻ شاهه جو رسالو پڻ ترتيب ڏنو هئائين، ۽ امڙ ايلسا قاضيءَ جي طرفان شاهه جي بيتن جي انتخاب جي انگريزي ترجمي جو مهاڳ پڻ لکيو هئائون.

علامه صاحب جن کي 1951ع ۾ لنڊن مان گهرائي، سنڌ يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسيلر مقرر ڪيو ويو. اُن وقت سندن عمر 65 سال هئي. سنڌ يونيورسٽيءَ جو موجوده نئون ڪئمپس، سندن اُن خواب جو تعبير آهي، جيڪو پاڻ سنڌ جي مسلمانن جي تعليم جي ترقيءَ لاءِ ڏٺو هئائون. پاڻ پهرئين ڏينهن کان ئي سنڌ يونيورسٽيءَ کي هڪ عظيم درسگاهه بنائڻ جي ڪم ۾ جُنبي ويا، ۽ پنهنجن اصولن ۽ مقصدن موجب يونيورسٽيءَ جي تعليمي معيار کي برقرار رکيائون.

علامه صاحب جن، سندن رفيقه حيات جي وفات کان پوءِ تنها ۽ ويڳاڻا گذاريندا هئا. امڙ ايلسا قاضيءَ جي لاڏاڻي کان هڪ سال پوءِ، 13 اپريل، 1968ع تي وفات ڪيائون. سندن آخري آرامگاهه سنڌ يونيورسٽي علامه آءِ. آءِ قاضي ڪئمپس، ڄام شوري، ۾ آهي.

## مشقون

1- ياد رکو تہ اسم حاليہ، اسم استقبال، اسم مفعول، اسم عطفيہ يعني ماضي معطوفيءَ ۽ اسم فاعل کي مشتق يا ڪَردَنت چئبو آهي. انهن جي ناهڻ جا اصول ۽ قانون، پنهنجي اُستاد کان سکو.

2- سنڌي زبان ۾ زمان جا مکيہ ٽي قسم آهن:

زمان حال، زمان ماضي ۽ زمان مستقبل. انهن ٽنهي زمانن جا ڪُل ملائي 15 قسم آهن. انهن جي باري ۾ بہ پنهنجي اُستاد کان سکو.

3- زمانن جا ڌار ڌار قسم اسم حاليہ، اسم مفعول ۽ مضارع جي مدد سان ٺهن ٿا. ڪردنتن جي مدد سان، زمانن جي ناهڻ جا اصول ۽ قانون پنهنجي اُستاد کان سکو.

سوال 1- ڪن بہ پنجن رنگن، پنجن ميون، گهَر جي ڏهن سامانن، پنجن رشتيدارن، پنجن پکين ۽ پنجن ڏنڌن جا سنڌي ٻوليءَ ۾ نالا لکو.

سوال 2- هيٺين جملن مان اسم حاليہ، اسم مفعول، اسم استقبال، اسم عطفيہ (ماضي معطوفي) ۽ اسم فاعل چونڊي، ڌار ڪريو:

(1) ڇوڪرو ٻوڙندو گهر ويو.

(2) هن ڪتاب جو لکندڙ ڪير آهي؟

(3) هيءَ انب پڪل آهي.

(4) منهنجو ڀاءُ سياڻي اڄڻو آهي.

(5) هي ٻارُ روئڻو آهي.

(6) اڪبر ڀڄندو گهر ويو.

(7) هن جهان جو اُپائيندڙ هڪ مالڪ آهي.

(8) نوڪر ڀاڄي وٺيو گهر ويو.

(9) مان ماني کائي، گهر ويس.

(10) هي ڪتاب ڦاتل آهي.

سوال 3- هيٺ ڏنل فعلن مان زمان حال، زمان ماضي ۽ زمان مستقبل ٺاهيو:

لک، کاءُ، پڙهه، ڊوڙ، اچ، وڃ.

سوال 4- هيٺين جملن ۾ ڏنگين جي اندر ڏنل هدايتن موجب خالي جايون پريو:

(1) اسان کي ڪراچيءَ ...... آهي. (اسم استقبال ڪم آڻيو)

(2) بابا سائين اڪبر کي ..... آفيس ويو. (ماضي معطوفي ڪم آڻيو)

(3) هاري وڻ کي ............ ٻنيءَ تي ويو. (اسم حاليه ڪم آڻيو)

(4) هيءَ ........... عورت آهي (اسم استقبال جو صفت وارو روپ ڪم آڻيو)

(5) هيءَ ڇوڪرو ................ آهي. (اسم مفعول ڪم آڻيو)

سوال 5- ڏنگين ۾ ڏنل هدايتن موجب جملن ۾ تبديليون آڻيو:

(1) ڇوڪرو ڪتاب وٺندو اسڪول ويندو. (جنس مؤنث ۾ جملي جو گردان ٺاهيو)

(2) منهنجا دوست اچٹا آهن. (عدد واحد ۾ جملو بدلايو)

(3) هيءَ ماني کاڌل آهي ('کاڌل' اسم مفعول کي صفت طور ڪم آڻيو)

(4) ڊاڪٽر بيمار کي ڏسي، پوءِ اسپتال ويندو. ('ڏسي' ڪردنت جو اسم حاليه ۾ گردان ٺاهيو)

(5) هي مئل جانور آهي. ('مئل' لفظ اسم مفعول ۾ ڪم آڻي گردان لکو)

سوال 6- ڏنگين ۾ ڏنل هدايت موجب جملن جا گردان ٺاهيو:

(1) اسين ڳالهايون ٿا. (زمان ماضيءَ ۾ جملي جو گردان ٺاهيو)

(2) منهنجو پيءُ آيو. (زمان حال ۾ جملو بدلايو)

(3) هو ٻاهر ٻاري ٿو. (زمان مستقبل ۾ جملو بدلايو)

(4) شاگرد ڪراچيءَ گهمڻ ويا. (زمان حال ۾ جملو بدلايو)

(5) توهين ڇا ٿا ڪريو؟ (زمان ماضيءَ ۾ جملو ٺاهيو)

(6) مان سنڌي سکندو آهيان. (زمان مستقبل ۽ جنس مؤنث جي صيغي ۾ جملو بدلايو)



# سبق پندرهون

## خواجا غلام فريد رح

خواجا غلام فريد جو نالو نہ رڳو پنجاب ۾، پر پوري ملڪ ۾ مشهور آهي. سنڌ ۾ تہ سندس نالو، شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ ۽ سچل سرمست جي نالي سان گڏ، وڏي ادب ۽ احترام سان ورتو ويندو آهي. هونئن بہ سنڌ ۽ پنجاب، صدين کان، پنهنجن روحاني رشتن ۽ تصوف جي تعليم کان سواءِ، شاعرن ۽ بزرگن جي ڪلام ۾ خيالن جي هم آهنگيءَ ۽ هڪجهڙائيءَ جي ڪري، هڪٻئي جي ويجهو رهيا آهن. سنڌ ۾ سلطان باهو، بابا بلهي شاهہ، بابا فريد گنج شڪر ۽ خواجا غلام فريد جو ڪلام وڏي چاهہ سان، ڪچهرين ۾ ٻڌو ويندو آهي، اهڙيءَ طرح پنجاب ۾ شاهہ لطيف، سچل سرمست ۽ ٻين شاعرن جو سنڌي ۽ سرائيڪي ڪلام وڏي ادب ۽ احترام سان، محفلن جو حصو هوندو آهي. لهاذا پاڪستان جي انهن ٻنهي صوبن جي وچ ۾ تهذيب ۽ تمدن ۽ ثقافتي پهلوئن ۾ تمام گهڻي هڪجهڙائي نظر اچي ٿي.

خواجا غلام فريدُ هڪ نامور سرائيڪي شاعر ۽ صوفي درويش ٿي گذريو آهي. سندس ڪلام تي سچل سرمست جو وڏو اثر آهي. هي نامور صوفي درويش ۽ شاعر 1261هہ ۾ 'چاچڙان شريف' جي سونهاريءَ سرزمين ۾ ڄائو. سندس پورو نالو خواجا غلام فريد الدين آهي. سندس والد بزرگوار جو نالو مولانا محمد بخش هو. سندن سلسلو نسب حضرت عمر فاروق رضہ سان وڃي ٿو ملي.

خواجا غلام فريد سرائڪي، سنڌي ۽ هندڪو زبانن ۾، ڪافيون ۽

اسان جو هر قدم وڌائي ٿو اسان جو حوصلو،
اچو اچو، اي ساٿيو! وڌو وڌو، اي دوستو!

(4)

وطن جو ذرو ذرو آفتاب ٿو نظر اچي،
زمين تي آسمان جو شباب ٿو نظر اچي!
سيان جو رُخ ته اڄ ٿي بي نقاب ٿو نظر اچي:
اسان جي عزم سان جنون جو ساٿ آهي ساٿيو!
اچو اچو، هلو هلو، هلو هلو، اي دوستو!

ـ شيخ عبدالحليم 'جوش'

## مشق:

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- شاعر وطن جي آبرو کي ڪهڙي ڳالهه سان مشروط ڪيو آهي؟

2- شاعر عمل جي راهه ۾ هلڻ جي ڪهڙي صلاح ڏني ٿو؟

3- شاعر وطن جي ذري ذري کي ڪنهن سان پيٽ ڏني آهي؟

(ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ ٻڌايو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

آبرو- ولولا- گام گام- سحر- پرخطر- شباب



# سبق ٽيويھون

## نوجوانن جو عزم

(1)

نئين نظام ۾ وڌڻ جون پرخلوص ڪوششون،
حياتِ خوشگوار جون، اِھي اٿوَ علامتون،
وطن جي آبرو وڌي، اسين جي خود ڪفيل ٿيون:
اچو اچو، ھلو ھلو، وڌو وڌو، اي دوستو!

(2)

وقار قوم جو، اسان جي ولولن جي دام ۾،
وطن جي آبرو اسان جي ڪوششن جي جام ۾،
ملي اسان کي منزلِ مراد گام گام ۾:
عمل جي راھ ۾ اوھين اچا بہ تيز تر ھلو!
اچو اچو، اي ساٿيو! وڌو وڌو اي دوستو!

(3)

قدم قدم تي زندگي ٿي مشڪندي نظر اچي،
اسان جي فڪر مان ٿي روشني ڪنيو سحر اچي،
اچي اچي، ڀلي تہ ڪاٿي راھ پُر خطرَ اچي:

"بلبل کي گل پيارو، گل کي چمن پيارو،
آهي مگر اسان کي، پنهنجو وطن پيارو."

ٿي ختم اي نظامي! جنهن ديس ۾ جواني،
تنهن جي قبول آهي، سستائي يا گراني،
حبِ وطن ۾ آهي، ايمان جي نشاني.
سڀ ياد دل سان ڪريون، هيءَ بيت بر زباني:

"بلبل کي گل پيارو، گل کي چمن پيارو،
آهي مگر اسان کي، پنهنجو وطن پيارو."

- غلام احمد نظامي

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- شاعر کي وطن جون ڪهڙيون شيون وڻ ٿيون؟

2- شاعر پنهنجي وطن جي خار کي گُل ڇو ٿو سمجهي؟

(ب) هيٺين لفظن جي معني ٻڌايو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

خمار- نثار- ليل و نهار- خار- ورد- آشيانو- ترانو- گراني.



# سبق ٻاويهون

## وطن جي حب (نظم)

حُبِ وطن جو سر ۾، هر دم خمار آهي،
خاڪِ وطن تان منهنجي، هيءَ جان نثار آهي،
هن پار جي خزانا، گويا بهار آهي،
هيءَ بيت هر زبان تي، ليل و نهار آهي:

"بلبل کي گُل پيارو، گل کي چمن پيارو،
آهي مگر اسان کي، پنهنجو وطن پيارو."

هن ملڪ ۾ رهڻ تا، راهِ ثواب سمجهون،
هر چيز هن زمين جي، تا لاجواب سمجهون،
هر خار تا وطن جو، مثلِ گلاب سمجهون،
هيءَ وِرد روز شب تا، ڪارِ ثواب سمجهون:

"بلبل کي گل پيارو، گل کي چمن پيارو،
آهي مگر اسان کي، پنهنجو وطن پيارو."

غربت سندي وطن تان، قربان سڀ خزانو،
آباد رک الاهي! سُک سان غريب خانو،
پکين کي پڻ وڻي ٿو، پنهنجو ئي آشيانو،
ٿي شاد شل پڙهون سڀ، شب روز هي ترانو:

جوئر، ٻاجهر، ڪپهہ، ساريون، وَنگا، ميها ٽين ٻاجيون،
جَهجهي ميوات، انبن جا ٽين انبار ساوڻ ۾.

مَنو ٽئي مال جو چارو، چَرن ٿا چيڪ چوپايا،
مکڻ، ڏڌ، کير ٽئي ٿو جام، خوش ڏڻ ڏار ساوڻ ۾.

نمونو هر ڪنهين موسم جو وه "احسن!" نرالو آهہ،
عجائب رنگ قدرت جا، ٽين اظهار ساوڻ ۾.

ـــ حافظ محمد احسن.

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- ندين ۾ پاڻيءَ جو چاڙهہ ڪڏهن ايندو آهي؟

2- ساوڻ ڪهڙي مهيني کان شروع ٿيندو آهي؟

3- ساوڻ جي مند ۾ ڪهڙا فصل ٿيندا آهن؟

4- ساوڻ ۾ ڪهڙا ڪهڙا نظارا ڏسبا آهن؟

(ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

وائي- ڪُڙمي- بيدار- مَنو- چيڪ.

(ج) هيٺين اصطلاحن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو.

تار ٿيڻ- بُت کان بيزار ٿيڻ- واندو ويهڻ- انبار لڳڻ.



# سبق ايڪيھون

## ساوڻ (نظم)

وسن ٿا مينهن ۾ ساوا ٿين گلزار ساوڻ ۾،
ندين واهن ۾ پيو پاڻي ٿئي ٿو تار ساوڻ ۾.

ڪٿي ٻوڏون، ڪٿي موڪون، ڪٿي آبادي مينهن تي،
ڪٿي پاڻي ٻُنين کي ٿو پياري، نار ساوڻ ۾.

تَپش سج جي ڪان گرمي ٿي ٿئي، ڪن ڪن ته پاڳن ۾،
ٿين گرميءَ ۾، ماڻهو ٻُتَ ڪان بيزار ساوڻ ۾.

سين کي پوڪَ جي واڌي، لڳل سڀ ڪارِ ۾ ڪڙمي،
پچائڻ پوڪ لڻ هاري، رهن بيدار ساوڻ ۾.

نه واندو ڪوبه ويهي ٿو، پيو محنت ڪري هر ڪو،
ٿين پوڪون، هلن ڏنڌا، نه ڪو بيڪار ساوڻ ۾.

مهيني مٿي ڪان، سيپٽمبر مهيني تائين اُونهارو،
ٿئي ٿا ڏل ۾ شربت جي، گهڻي درڪار ساوڻ ۾.

ننڍيون راتيون، وڏا ٿين ڏينهن ۾ اڪثر لڳن طوفان،
وڄون وس وس جا ڦهري ويس، ڪن چمڪار ساوڻ ۾.

2- ذات يا رنگ ۽ نسل تي فخر ڪرڻ سان ڪهڙي خرابي پيدا ٿئي ٿي؟

3- نفرت مان ڪهڙو نتيجو نڪري ٿو؟

(ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

حقارت- ڪدورت- ڪينو- سنسار- ارڏايون- باعث- ڀونگ- سانگ



# سبق ويهون

## ٻڌايون سڪ جو ڪو سنسارُ (نظم)

هڪٻئي لاءِ حقارت ڇاجي، انسانن سان نفرت ڇاجي،
ڪينو ساڙ ڪدورت ڇاجي، مذهب پنهنجو پيار:
ٻڌايون سڪ جو ڪو سنسار.

ذاتيون پاتيون، فخر وڏايون، رنگَ نسلَ جون سڀ ارڏايون،
آهن جنگ فساد جو باعث، زهر سندو پرچار:
ٻڌايون سڪ جو ڪو سنسار.

جنگ جدل آهي ڇو ڏاري، انسانن جو رَتُ آ جاري،
ساڙي آهي دنيا ساري، نفرت جي پرچارَ:
ٻڌايون سڪ جو ڪو سنسار.

رنگ نسل سڀ ڍونگ اجايا، پيٽ ٻڪتي جا سانگ ٻڌايا،
گوري ڀرچا ڪاري ڀرچا، ساڳيو آهه ستار.
ٻڌايون سڪ جو ڪو سنسار.

— عبدالڪريم ”گدائي“

### مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- ڪهڙيون ڳالهيون انسانيت جي خلاف آهن؟

5- وطن جي مٽي ڪهڙي آهي؟

6- مزدور ڪنهن جي لئه پورهيو ٿو ڪري؟

7- عظمت ڇا ۾ آهي؟

(ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

ڏيهه- سوڀارو- سانيهه- ماٽي- درس- عظمت.

(ج) هيٺين لفظن جا ساڳي معنيٰ وارا لفظ لکو:

ڪاڏو، وڳو، سائو، ڳالهه، رنگ، گورو، پوک.



مـــــنـي اُن جي ســــــوني آهـــي،
هــاري اُن تــي هَرُ تــــــــو كــاهـــي؛
ســــــونا ســــــونا سنگَ اُپائــي،
كـــانيــــائيءَ ســـان جهــــارِ اُڏائي.

مِل ۾ ڏس مــــــــزدورَ اَچن تـــــــا،
پنهنجي وطن لئــ پورهيـــو كَن تـــا؛
ســــمجهـــ اِهوئي درس ڏِين تـــا؛
مـــــحنت ســــان ئي رنگ رچن تـــا.

مـــحنت مـــحنت مـــحنت مـــحنت،
مـــــــــحنت ۾ ئي آهــي عــظـمـت.
اچو پـــڙهـــڻ تـــي ڌيـــان لـــڳايـــون،
پـنـهـنـجي وطـن جو مـــــــانُ وڌايـون.

ــ امداد حسيني

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- وطن جو صبح ڪهڙو آهي؟

2- وطن جي شام ڪهڙي آهي؟

3- وطن جي رات ڪهڙي آهي؟

4- درياهن جو پاڻي ڪهڙو آهي؟

# سبق اوڻويهون

## سوپارو ساٿيهه (نظم)

ڏاڏاڻو هي ڏيهه اسان جو،
سوپارو ساٿيهه اسان جو.

صبح انهيءَ جو سُهڻو سُهڻو،
سُهڻو سُهڻو ۽ من مُهڻو؛
شام انهيءَ جي پياري پياري،
سهڻن رنگن رُوپن واري.

رات انهيءَ جي چنڊ ستارا،
نوري اِن جا سَڀُ نظارا.

جبل انهيءَ جا اوچا آهن،
ڳاٽ کنيو ڏِس بيٺا آهن.

درياهه وهندا رهندا آيا،
هيٺ جبل تان لهندا آيا؛
چانديءَ جهڙو جِن جو پاڻي،
جنهن کان ڌرتيءَ ساوڪ ماڻي.

(2) ’ ٻيائيءَ کي ٻک، جن وڏو سي وِرسيا“ جو مطلب ڇا آهي؟

(3) الله تعاليٰ کان پوءِ ڪنهن تي ايمان آڻجي؟

(ب) مثال ڏيئي، ضمير خالص جا قسم سمجهايو.



# سبق ارڙهون

## حمد (نظم)

(1)

تون ڌڻي الله هيڪڙو واڱي ٻي وسار،
تن ۾ تند تنوار، سدا سپرين جي.

(2)

تون ڌڻي الله هيڪڙو ٻي واڱي وساري ڇڏ،
اُو تان توسين گڏ، سچڻ ساهه پساهه ۾.

(3)

وحدهٗ لاشريڪ له، ايُ هيڪڙائيءَ حق،
ڀانئيءَ ڪي ٻڪ، جن وڏو سي وِرسيا.

(4)

وحده لاشريڪ له، جان ٿو چئين ايئن،
تان ميم محمد ﷺ ڪارڻي، رِتئون منجهان نينهن،
سو تون وجيو ڪيئن، نائين ڪنڌ ٻين ڪي؟

- حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحه

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(1) شاهه عبداللطيف ڀٽائي انهن بيتن ذريعي اسان کي ڪهڙي صلاح ٿو ڏئي؟

سوال 4- هيٺين خانن مان لفظ چونڊي ڪي ٻه پنج جملا ٺاهيو.

هڪ جملو نموني طور ڏجي ٿو:

مان توکي چار روپيا ڏيندس.

| | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|
| مان | تو | کي | ڪونہ | سُيون | وجج |
| هن | پاڻ | تي | ڪونہ | | وياسين |
| گهوڙا | انب | مان | راند | گهمڻ | لڳايون |
| ڊاڪٽر | گهر | جو | چار | روپيا | ڏيندس |
| وڪيل | هن | سان | سياٽي | ٻاهر | ڪاڏو |
| منهنجي | مريض | | ڪيس | ڪرڻ | ڏينديس |
| اسين | ميدان | کي | تيز | | ڪٽيو |
| | | | | | ڊوڙيا |
| | | | | | ويندو |

سوال 5- هيٺ ڏنل عنوانن تي ڏهن ڏهن جملن ۾ ننڍا ننڍا مضمون لکو:

ڀٽ شاهہ، سيوهڻ شريف، ڇڙماسي جي منڊ، منهنجو ڳوٺ، ڪڻڪ جو فصل، ڪنڊ جو ڪارخانو، سنڌو درياءُ، سنڌي ٻولي، گلاب جو گل، انب، نم جو وڻ، ماڪيءَ جي مک، سنڌ ميوزيم جو سير، ڪوٽڙي براج واري پُل، پکو، سُئي ڌاڳو، ڪاغذ جي آتم ڪهاڻي.

سوال 6- ڏنگين ۾ ڏنل هدايتن موجب، هيٺ ڏنل جملا وري لکو:

(1) هُو سنڌي ٻوليءَ ۾ ڳالهائي سگهي ٿو. (انڪاري جملو ٺاهيو)

(2) اوهين ٻَئي ٻوليون ڄاڻندا آهيو. (سوالي جملو ٺاهيو)

(3) باغ ۾ ڪيترا ماڻهو موجود هئا. (تعجب وارو جملو ٺاهيو)

(4) توهين شاگرديائيون آهيو. ("ڇا" لفظ ڪم آڻي سوالي جملو ٺاهيو)

(5) هيءَ ڪهڙو نہ سهڻو پکي آهي! (بياني جملي ۾ بدلايو)

عبدالقادر جوڻيجي، غلام نبي مغل، طارق اشرف، قاضي خادم، ماڻڪ، حميد سنڌيءَ، شوڪت شوري، عبدالقادر جوڻيجي، رسول بخش پليجي، نورالهديٰ شاهه، تنوير جوڻيجي، مشتاق شوري، خيرالنساءَ جعفريءَ، ممتاز مهر، سحر امداد ۽ ٻين ترقيءَ جون منزلون آنديون.

تخليقي ۽ تحقيقي ادب ۾ به هن دور ۾ معياري ڪم ٿيو آهي. اهو ادب بيحد اهميت وارو آهي. هن ڏس ۾ سائين جي- ايم سيد، پير حسام الدين شاهه راشدي، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، علامه غلام مصطفيٰ قاسمي، محمد ابراهيم جويي، ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي، پروفيسر محبوب علي چنا، ڊاڪٽر عبدالمجيد ميمڻ سنڌيءَ، ڊاڪٽر غلام علي الانا، ڊاڪٽر الهداد ٻوهيي، ڊاڪٽر ممتاز حسين پٺاڻ، سراج، ڊاڪٽر فهميده حسين، ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي ۽ ڊاڪٽر حامد علي خانائيءَ جون تحقيقون سنڌي ادب ۾ نمايان حيثيت رکن ٿيون.

اهڙيءَ طرح مغربي زبانن، چيني، جپاني ۽ ٻين زبانن تان ادب جون مختلف صنفون ترجمو ڪري، سنڌي ادب ۾ اهم اضافو ڪيو ويو آهي.

## مشقون

سوال 1- سنڌي ٻوليءَ ۾ رائج چرٽين ۽ پهاڪن مان ڪي ٻه ڏهه ڏهه چوڻيون ۽ پهاڪا لکو، ۽ اُنهن جو اردو زبان ۾ ترجمو ڪريو.

سوال 2- پنهنجي دوست کي خط لکو، جنهن ۾ هن کي حيدرآباد/ ڪراچيءَ/ سکر اچڻ جي دعوت ڏيو ۽ کين انهن شهرن جي تاريخي جاين جي باري ۾ ٻڌايو.

سوال 3- پنهنجي علائقي جي واپڊا جي آفيسر کي، بجليءَ جي ڪنيڪشن لاءِ درخواست لکو.

'سانگي'، حافظ حامد تکڙائي، مير حسن علي خان 'حسن'، محمد بخش 'واصف'، الله بخش اَبوجهو، شمس الدين 'بلبل' مصري شاهه ۽ هدايت الله 'نجفيءَ' جهڙا اعليٰ شاعر هن دور ۾ ٿي گذريا آهن.

1947ع ۾ پاڪستان قائم ٿيو. شروع شروع ۾ سنڌي ادب جي اوسر ۾ مانار آئي، پر پوءِ سنڌي اديبن، عالمن ۽ شاعرن، اُن مانار کي ٽوڙڻ لاءِ وڏي جدوجهد ڪئي، جنهن جو اثر اهو ٿيو، جو هن دور ۾ وڏا وڏا عالم، فاضل، نثرنگار ۽ شاعر پيدا ٿيا. تحقيق ۽ تخليق جا هن دور ۾ معياري ماپا قائم ڪيا ويا. هڪ طرف روايتي شاعريءَ ۾ مخدوم محمد زمان 'طالب المولىٰ'، ڊاڪٽر محمد ابراهيم 'خليل'، محمد خان 'غني'، مولانا احمد ملاح، حافظ عبدالله 'بسمل'، غلام محمد 'گرامي' ۽ ٻيا، سنڌي شاعريءَ ۾ پنهنجي طبع آزمائي ڪري رهيا هئا، ته ٻئي پاسي جديد شاعريءَ ۾ شيخ اياز، عبدالڪريم گدائي، اُستاد بخاري، تنوير عباسي، نياز همايوني، شمشير الحيدري، امداد حسيني، بردو سنڌي، سرويچ سجاولي، ذوالفقار راشدي، محمد خان مجيدي، ابراهيم منشي، قمر شهباز، بشير موريائي، انور پيرزادو پنهنجو ڏاڪو ڄمائي چڪا هئا. شيخ اياز جديد شاعريءَ ۾ ۽ طالب المولىٰ روايتي شاعريءَ ۾، هن دور جا نمائندا شاعر آهن.

هن دور ۾ نثر به اعليٰ منزل کي پهتو. افسانا، ناول، ڊراما، مضمون ۽ تحقيق جي سلسلي ۾ معياري مواد لکيو ويو آهي. ڪهاڻين، ناولن ۽ ڊرامن ۾ سنڌي جيوت جي عڪاسي ڪئي وئي آهي. هن دور جي نثرنگارن ۾ جمال ابڙو، ڊاڪٽر نجم عباسي، سراج الحق ميمڻ، غلام رباني آگرو، علي بابا، رشيد ڀٽيءَ ۽ حفيظ شيخ نئين سنڌي ڪهاڻيءَ جو بنياد رکيو. اُن ميدان ۾ نسيم احمد کرل، آغا سليم، رشيده 'حجاب'، ماهتاب محبوب، امرجليل،

هڪ پاليسي ناهي، جنهن موجب تعليم لاءِ، مادري زبان کي اهميت ڏني وئي. سنڌي ٻوليءَ جي معياري رسم الخط مقرر ڪرڻ لاءِ، ڪميٽي جوڙي وئي، جنهن 1853ع ۾ عربي- سنڌي رسم الخط منظور ڪيو، جيڪو اڄ به رائج آهي.

انگريزن جي دور ۾ سنڌي ٻوليءَ صحيح معنيٰ ۾ جديد دور ۾ پير پاتو. هن ئي دور ۾ ڇاپخانا قائم ڪيا ويا، تعليم کاتو قائم ڪيو ويو ۽ سنڌي ٻوليءَ ۾ درسي ڪتاب لکرايا ويا. ديوان ننديرام، ديوان اُڌارام ٿانورداس، سيد ميران محمد شاهه (اول) ۽ ديوان ڪوڙومل هن ئي دور جي ابتدائي حصي جا اهم ليکڪ آهن. هن دور ۾ نثر ۾ گهڻو ئي ڪجهه لکيو ويو. ڪهاڻي، ناول، ناٽڪ ۽ مضمون جهڙين نثري صنفن کي سنڌي ٻوليءَ جو ويس وڳايو ويو. مرزا قليچ بيگ، هن دور جو تمام وڏو نالو آهي. هن نثر توڙي نظم ۾، سوين ڪتاب لکيا. سندس موضوعن جو دائرو ڏاڍو وسيع آهي. شايد ئي ڪو اهڙو موضوع هجي، جنهن تي مرزا صاحب نه لکيو هجي. ديوان ڏيارام گدومل، ديوان نولراءِ، چيتمل پرسرام گُلراجاڻي، پرمانند ميوارام، ڀيرومل مهرچند آڏواڻي، لالچند امر ڏنومل جڳتياڻي، حڪيم فتح محمد سيوهاڻي، سيد عبدالحسين شاهه موسوي، کانچند درياڻي، احمد چاڳلا، نارائڻداس ڀمڀاڻي، پروفيسر منگهارام ملڪاڻي، ڊاڪٽر دائود پوٽو ۽ ڊاڪٽر گربخشاڻي هن دور جا وڏا ۽ قداور نثر نگار ٿي گذريا آهن.

علم عروض تي شاعريءَ جو بنياد، اڳ ۾ پئجي چڪو هو، پر ميرن ۽ انگريزن جي دور ۾، اِنهيءَ سلسلي ۾ وڏيڪ ترقي ٿي. سنڌي شاعريءَ ۾ غزل، قصيدي، رُباعيءَ، مثنويءَ ۽ مسدس جهڙيون صنفون رائج ٿيون. خليفو گل محمد هالائي، آخوند محمد قاسم، سيد فاضل شاهه، غلام محمد شاهه 'گدا'، محمد هاشم 'مخلص'، مير عبدالحسين خان

سنڌي ادب ۾ نئون روح ڦيو. شاهه عبداللطيف ڀٽائي، هن دور جو هڪ عظيم شاعر ٿي اُڀريو، جيڪو اڄ به سنڌي ادب جي تاريخ ۾ شمس مثل آهي. سندس ڪلام، 'شاهه جي رسالي' جي صورت ۾، سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جو لافاني دستاويز آهي. شاهه صاحب صحيح معنيٰ ۾ هڪ آفاقي شاعر آهي.

هن دور جي عالمن ۾ مخدوم ابوالحسن، مخدوم ضياءُالدين ۽ مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جا نالا وڏي فخر سان ورتا ويندا آهن. مخدوم ابوالحسن جو ڪتاب 'مقدمة الصلواة' سن 1700ع ۾ لکيو ويو، جيڪو 'مخدوم ابوالحسن جي سنڌيءَ' جي نالي سان اڄ به مشهور آهي.

هن دور ۾ بيتن ۽ وائين سان گڏ الف اشباع جي طرز تي شاعريءَ جي هڪ صنف به رائج ٿي. شاهه لطيف جي وڏن توڙي ننڍن همعصر شاعرن ۾ شاهه عنات رضوي، صوفي شاهه عنايت شهيد، خواجه محمد زمان لنواريءَ وارو، مخدوم محمد معين ٺٽوي، ميون عيسو، تمر فقير ۽ صاحبڏنو فقير فاروقي اهم شاعر ۽ عالم هئا. شاهه صاحب کان پوءِ، جنهن شاعر کي عام مقبوليت حاصل ٿي، سو هو سچل سرمست. ڪيس هفت زبان شاعر به سڏيو ويندو آهي. سچل جي ڪلام جو نمايان گڻ، رندي، بيباڪي ۽ سرمستي آهي.

اهڙيءَ طرح سچل سرمست، جمن چارڻ، مخدوم عبدالرؤف ڀٽي، ميان سرفراز خان عباسي، صوفي صادق فقير، روحل فقير، مراد فقير، مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي، دلپت ۽ سيد ثابت علي شاهه ٽالپر دور جا وڏا شاعر ٿي گذريا آهن. ثابت علي شاهه، مرثيي جي صنف سنڌي شاعريءَ ۾ رائج ڪئي.

ٽالپرن جي آخري دور ۾ خليفو نبي بخش 'قاسم' ۽ سامي وڏا شاعر ٿي گذريا آهن.

سال 1843ع ۾ انگريزن سنڌ تي قبضو ڪيو. انهن سنڌي ٻوليءَ لاءِ

سنڌي ٻوليءَ لاءِ عربي رسم الخط پڻ اختيار ڪيو ويو.

عربن کان پوءِ سنڌ تي سومرن جو راڄ قائم ٿيو. انهن 1010ع کان 1351ع تائين حڪومت ڪئي. اُهو دور سنڌي ادب جو ابتدائي دور ليکيو ويندو آهي. اُنهيءَ زماني ۾ سُمَنگَ چارڻَ ۽ ڀاڳُوياڻ، سنڌيءَ ۾ رزميہ ڪلام جوڙيو. ڀاڳوياڻَ جو ڪلام دودي- چنيسر جي معرڪي بابت آهي. ساڳئي دور ۾، اسماعيلي مُبلغن جو سنڌيءَ ۽ ڪڇي ٻوليءَ ۾ چيل ڪلام بہ ملي ٿو، جنهن کي "گِنانَ" سڏجي ٿو. پير شمس ۽ صدرالدين اُن سلسلي جا نالي وارا صوفي شاعر ۽ مبلغ ٿي گذريا آهن. اهڙيءَ طرح هن جون دور جون کي "ڳاهون" بہ ملن ٿيون.

سومرن کان پوءِ سما (1351ع کان 1521ع) سنڌ جا حاڪم ٿيا. هن دور ۾ بيتن، ڳاهن ۽ سورٺن جي صورت ۾ چيل سنڌي ڪلام ملي ٿو. هن دور جي شاعرن ۾ شيخ حماد جمالي، اسحاق آهنگر، شيخ احمد، شيخ چوهڙ، ماموئي فقيرن کان سواءِ قاضي قادن جو چيل ڪلام ملي ٿو. قاضي قادن، سمن جي دور جو عظيم شاعر هو. هُن پنهنجي زندگيءَ جو پويون حصو ارغونن جي دور ۾ گذاريو.

ارغونن جو دور 1521ع کان 1555ع تائين رهيو. سندن اُن مختصر دور جي شاعرن ۾ قاضي قادن کان سواءِ پير محمد لکويءَ، عثمان احسانيءَ، مخدوم نوح سرور، شاهہ لطف الله قادريءَ ۽ شاهہ ڪريم جا نالا اهم آهن. جن جي ڪلام ۾ تصوف مکيہ موضوع آهي. هِنن بزرگن اُن وقت جي حالتن ۽ عام ماڻهن جي ڏکن سکن کي بہ پنهنجي ڪلام جو موضوع بڻايو آهي. شاهہ ڪريم هن دور جو وڏو شاعر هو. اهڙيءَ طرح هن دور ۾ ڪانيا واڙ جو درويش مهامتي پراڻ ناٿ سنڌي زبان ۾ شاعري ڪندو هو.

سن 1700ع کان ڪلهوڙن جي حڪومت شروع ٿي. هن دور ۾

# سبق سترهون

## سِنڌي ادب جي مختصر تاريخ

سنڌي هڪ قديم ۽ شاهوڪار ٻولي آهي. موهن جي دڙي ۽ هڙپا مان لڌل مُهُرُن تي موجود لکت مان ثابت آهي ته هِن وادِيءَ ۾ آڳاٽي زماني ۾ به ڪا ٻولي لکت جي روپ ۾ موجود هُئي. لسانيات جا ماهر ملڪي توڙي بين الاقوامي سطح تي، اُنهيءَ ٻوليءَ کي پڙهڻ لاءِ جَتَنَ ڪري رهيا آهن.

عرب سياحن، محققن ۽ تاريخدانن جي تحريرن موجب، بلڪ ڀنڀور ۽ برهمڻ آباد (المنصوره) جي کوٽائِيءَ مان حاصل ٿيل لکت جي حوالي سان، اِها به دعويٰ ڪئي وئي آهي ته سنڌي ٻولي اسلام جي آمد کان به گهڻو اڳ، سنڌو ماٿر ۾ روزمره جي وهنوار واري ٻولي هُئي. محقق البيرونِي ۽ ٻين سياحن هن دعويٰ کي پڪو ۽ سچو ثابت ڪيو آهي.

جڏهن ته هِن ملڪ ۾ ڪا ٻولي رائج هئي، ته پوءِ هِيئَن چوڻ ۾ به ڪا هٻڪ محسوس نٿي ڪجي ته اُن ۾ علم ادب به ضرور پيدا ٿيو هوندو. البيرونِيءَ ته ڪن شعري صنفن ۽ چند توڙي اُن جي ماترائن جو به ذڪر ڪيو آهي. عبدالله بن عمر هبارِيءَ، منصوره جي والِيءَ جي وقت ۾، 883ع ۾ قرآن ڪريم جو، سنڌي زبان ۾ ترجمو پڻ ڪيو ويو. اُن جو ثبوت بزرگ بن شهريار جي 'عجائب الهند' نالي ڪتاب مان ملي ٿو. اهو ترجمو هڪ عراقي عالم ڪيو، جيڪو سنڌ ۾ رهي سنڌي ٻولي سکيو هو، ۽ منصوره جو رهاڪو هو. اسلامي دور ۾ ٻين اسلامي علمن جو به سنڌي ٻوليءَ ۾ رواج پيو. البيرونيءَ ۽ ٻين محققن پنهنجن ڪتابن ۾، سنڌي لفظ، سنڌي حرفن سان لکيا.

وات ڳاڙهو، چوَملسو، آدمخور، دل فريب، رومال، وَڏُواتو، ميڻ بتي.

سوال 5- هيٺ ڏنل لفظن مان مفرد، مرتب، ٻنا ۽ مرڪب لفظ الڳ الڳ ڪريو:

مانيٽو، ٻارڙو، پيلاڻ، سُندرتا، بڪيو، آئي وئي، دِلنَشين، گهٽتائي، اچوڪو، هٿ ڦاڙ، ٽوپو ٽانڪو، ٻاڇي ٻُتي، گهرگهاٽُ، ليڪو چوڪو.

سوال 6- ڏنگين ۾ ڏنل هدايتن موجب هيٺين جملن ۾ تبديليون آڻيو:

(1) اسين توهان جا گهر ڏنو. (جملي کي درست ڪريو)

(2) هُو توکان گڏ هلندو. (جملو درست ڪريو)

(3) تون لکي سگهين ٿو. (جنس مؤنث ۽ عدد جمع جي صيغي ۾ جملو بدلايو)

(4) توکي چانهه پيئارڻ کپي/ کپن. (درست لفظ تي ✔ نشان ڏيو)

(5) توهين هي ڪتاب پڙهي ...... (وٺين ها/ وٺو ها.

(لفظن مان درست لفظ ڪم آڻي، خال پريو)



لفظ ٺاهڻ يا مفرد لفظ پاڻ ۾ ملائي مرڪب لفظ ٺاهڻ وارن اصولن سان آهي.

2- سنڌي زبان ۾ لفظن جا ٽي قسم آهن:

مفرد لفظ، مرتب لفظ ۽ مرڪب لفظ.

3- انهن مان مفرد لفظ اُهي آهن، جَيڪي بلڪل آزاد صورتن جي روپ ۾ هوندا آهن، ۽ جن سان ڪابہ اڳياڙي يا پڇاڙي مليل ڪانہ هوندي آهي، جيئن: چوڪر، گهوڙو، ماڻهو وغيره، ۽ مرتب لفظ اهڙا هوندا آهن، جن سان ڪي نہ ڪي اڳياڙيون يا پڇاڙيون مليل هونديون آهن، جيئن:

اڻهوند، اَڄاڻ، سُپت، ڪُپت وغيره.

4- پنهنجي اُستاد ڪان مفرد، مرتب، ۽ ٻنهي ۽ مرڪب لفظن جي باري ۾ پڇو، ۽ اُنهن جي ساخت ۽ سٽاء جي باري ۾ ڄاڻ حاصل ڪريو.

5- پنهنجي اُستاد ڪان سنڌي ٻوليءَ جي اڳياڙين ۽ پڇاڙين جي باري ۾، ۽ اُنهن جي ڪارج جي سلسلي ۾ معلومات حاصل ڪريو.

سوال 1- هيٺين لفظن جو اشتقاق/ ڇيد ڪري، اُنهن جا ذاتو، اڳياڙيون ۽ پڇاڙيون ڄاڻايو:

رَسِيلو، پالڻهارُ، پَرَوَسِ، سُپتَيو، ڪُلَڇڻو، دَيالُو، واڃتَ، چوڪراڻي، گُهوگهَٽ ۽ هلڻ چلڻ.

سوال 2- ڪي بہ ڏهہ ٻٽا لفظ لکو.

سوال 3- هيٺين مان صفتون، اسم، اسم ذات ۽ اسم فاعل الڳ الڳ ڪريو:

جابلو، بکيو، راضپو، ڏوڏي، واڍو ناچُو اڄوڪو، ٻاجهارو ميٺا ۽ سانوڻ.

سوال 4- هيٺين مرڪب لفظن جو ڇيد ڪري، انهن جا اشتقاق لکو:

چون ٿا تہ هڪ ڀيري ڄام تماچيءَ جي دل ۾ تہ نوريءَ جي نياز ۽ نِئڙت جي پرک لهان، سو حويليءَ تي چوائي موڪليائين تہ "اڄ شام جو سيڻي راڻيون، سڀ سنيري ويس ڪري، پوءِ اَچي اوهان مان جنهن کي جيڪي چاهيو، تنهن کي پاڻ سان گڏ گاڏيءَ ۾ چاڙهي، سير تي وٺي ويندس."

هي نياپو ٻڌي، سڀني سَميون سيند سُرما ڪري، پاڻ کي سينگاري ويٺيون، ۽ هرهڪ ائين پئي سمجهيو تہ ڄام مون کي نوازيندو. نوريءَ نڪو ڪيو هار، نڪو سينگارُ، اُٿلو پنهنجو اباڻو وڳو اوڍي، نماڻي ٿي ويهي رهي. ڄام مقرر ڪيل وقت تي حويليءَ اندر داخل ٿيو. سڀ سميون اوچا ڳاٽ ڪري سندس آجيان لاءِ اڳتي وڌيون، ۽ ناز نخرا ڪري ڪيس ريجهائڻ لڳيون، پر وَرِيُن ڪجھ بہ ڪِينَ.

نوري تہ ڪنڌ هيٺ ڪري، نهٺائيءَ سان پئي نهاريو. ڄامُ وڌي وٽس ويو، ۽ ٻانهَن کان وٺي، وِڃي گاڏيءَ ۾ ويهاريائينس. رات جو جڏهن گهمي ڦري موٽيا، تڏهن سڀني راڻين جي روبرو کيس پنهنجي پَٽَ راڻي پڌرو ڪيائين.

پنهنجو ٻُڌ ياد ڪري، نوريءَ کي هميشہ اهو اُڌڪو رهندو هو تہ 'متان ڄام تماچي ڪنهن ويرَ مون تان چِت ڪڍي، ورِي وڃي سمين راڻين سان چاھ رکي'! انهيءَ ڪري پنهنجي سُهاڳ تي هَٺُ بنهہ ڪانہ ڪندي هِئي، ۽ سدائين نماڻي ٿي، ڄام کي پيئي ٻاڏائيندي هئي.

اهڙيءَ رِيت، هر انسان کي بہ، پوءِ ڀل تہ هُو خدا جو ڪهڙو بہ لاڏلو هجي، هردم آزي نيازي ڪرڻ جڳائي.

## مشقون

1- علم صرف جو واسطو لفظن جي ساخت، بناوت ۽ لفظن جي قسمن، مفرد لفظن، مرتب ۽ ٻٽن لفظن جي نهڻ: اڳياڙيون ۽ پڇاڙيون ملائي نوان

تيسَن اوچتــو سندس نظر وڃي نوريءَ تي پيئي. نـوريءَ جي نيـڻن ۾ اهڙو تہ ڪو ڪامڻ هو، جو ڪيس ڏسنديءَ ئي ڄام تماچي متس مُورڇا ٿي ويو. جڏهن مـوٽي، پنهنجي مـحلات ۾ آيو، تڏهن هن ڪان ڪِي بہ نـہ ٿي اُڇهيو. نوريءَ جي نازَ اهڙو تہ منجهائي وڌو هوس، جو اُن ڪان سـواءِ ڪِنَ بہ آرام نہ ٿي آيس. آخر ذات پات جا وَهمَ ڦِٽا ڪري، نوريءَ جي مائٽن کي سڏائي، ڪانئن سندس سگَ گهريائين.

مـهاڻن جي تہ الله ٻُڌي، سو وڏيءَ خوشيءَ سان، قبـول ڪيـائون. پوءِ تہ شـادمـانا ٿي ويـا. خزانن جا در کلِي ويا. سـونَ ۽ روپي جون رانـديون لڳي ويُون. هزارن جا هيـرا ۽ لکن جون لعلون لُٽجي ويُون. مـهاڻن جو بہ بخت وري پيـو. ڍلون ۽ محصـول مڙيئي معاف ٿي وِيَن ۽ ساري ڪـينجهر ڏنڍ متن امداد ٿي وئي.

آخر ڄام، نوريءَ جي ٻانهن ۾ ٻيڙو ٻَڌي، آڻي ڪيس راڻين ۾ راڻي ڪيو.

ڄامُ مـحـلات ۾ نوريءَ سـان ڏاڍا سَهُڄ ڪندو هو. ڪڏهن ڪـڏهن تہ سندس مـحبت ۾ اهڙو مـست ٿي وينـدو هو، جو مـورڇَل ڪٽي، بيـهي، متـانـس هٽندو هو. وقـتي تہ ڪيس ساڻ ڪري، ڪـينجهر ۾ مڇيءَ جو شـڪار پيـو ڪندو هو. نوريءَ کي ايڏي وڏي اوجَ تي ڏسي، وٽس سـوين سلامي ٿي ايـندا هئا. خود سمـيون، جي مَنَ ۾ پيون اُبِرڪَنديـون هيون، تن کي بہ اڳيانئس نـيچ نوائڻو پوندو هو.

پر اهڙي سـهـاڳ هوندي بہ نوريءَ جو مَن نـہ وَڌيو. جي نازُ هوس تہ نيـاز جي بہ منجهس ڪمِي ڪانہ هئي. گـيرب ۽ گـاءَ جي تہ بُوءِ بہ ڪانہ هُيس. ڄام کي هميشـہ ائين پيئي چوندي هئي تہ "آءٌ عـيبن ڀري، مـسـڪين مـهاڻي آهيـان، پنهنجا وڏَ ڪري مون نيچ کي نوازيو اٿيئي. ڏٽي ڪندو شال، تنهنجو نينهن نِت نيبهہ ٿيندم"!

# سبق سورهون

## نُوريِ ۽ ڄامُ تَماچِي

سَمي گهراڻي جي هاڪاري حاڪمَ، ڄام تماچيءَ، جي ڏينهن ۾، ڪينجهر ڍنڍ تي ڪي مهاڻا رهندا هئا. ڪنِ نڪي ڪي هُيون اَڏيل جايون ۽ نکي هُينِ ڪي مال اَسباب. اُٺڻُ ويهڻُ ۽ ڪاٺڻُ پيئڻُ سڀ هوندو هُئن ٻيڙين تي. مرد ماڻهو مَڏ مڪڙا موڙي يا ٻانڌين تي وڃي، مَڇيون ماري، رَڇن جا رَڇَ ڪُلهن تي ڍوئي، آڻي، مياڻين تي ڍير ڪندا هئا. مُهاڻيون وِري مڇين کي ڪارين ۾ ڪٽي، واٽن تي وڃي ويهنديون هيون، جتي انهن کي چيري، ٻيرا ٻيرا ڪري، گراهڪن کي وڪڻنديون هيون. سندن ٻار ننڍڙا ڪا تيو، سارو ڏينهن لُڏڙن وانگر، پاڻيءَ ۾ پيا تُرڳندا هئا. پلا جن جو رات ڏينهن وهنوار ئي ڪِڪِيُنِ سان، تِن وٽ اَڇاڻي اُجراڻي ڪٿان آئي، اُتلو وٽن گند جا گدام لڳا پيا هوندا هئا. ڪيرُ جو، سندن پَرِ ۾ بِيهِي سگهي؟ قضاني ڪنهن ڪمبخت جو پاندُ، سندن پاندَ سان اَڪِي ويو ته "گُگُر گُگُرَ پندا اُڙيا، بدبوءِ بِنه نه لَهي".

جهڙا هُئن جسم گدلا، تهڙا هُئنِ وري هڏ هيٺا. مهاڻن ۾ اهڙا ڪارا ۽ ڪوجها هئا، جو ڏٺي ڪَرَهت وٺيو وڃي. مگر وٽن هڪ نينگرِ اهڙي هئي، جنهن جي سونهن ۽ سوڀيا جي ڪَهڙي ساراهه ڪجي! شڪل شبيهه توڙي هلت چلت ۾ مُهاڻِي مُورُ نه هئي، بلڪ هِڪَ اَملهه ماڻڪِ هئي. منهن مان اهڙو نوراني حُسن پيو بکندو هوس، جو ڪيس سڏيندا ئي 'نوري' هئا.

ڄام تماچي، سنڌ جو سمو حاڪم، شَڪَلَ شڪار جو نهايت شوقين هوندو هو. هڪ ڀِڳا جيئن ٻيڙيءَ ۾ چڙهي، ڪينجهر ڍنڍ جو سيرُ پئي ڪيائين،

(2) ايترا پئسا ڇا تي خرچ ............ (ڪيا/ ٿيا/ ڪَيوَ)

(3) ڪٿان به ڪا رقم ڪانه............ (ملين/ ٿيندي/ ڏي)

(4) ريڊيو تي ڪا خبر ............... (ٻُڌيَوَ/ وَرتوَ/ ويا)

(5) هن کي هڪ سو روپين جا ڪتاب ....... (ڏنم/ ڏيندم/ ورتم)

سوال 5- هيٺين جملن ۾ ليڪ ڏنل لفظن لاءِ ضمير متصل ڪم آڻيو.

(1) مون هن کي گهر ويندي ڏٺو.

(2) هنن کي اسڪول ۾ ڪتاب مفت ملندا.

(3) هنن سان مون ڏاڍي مدد ڪئي هئي.

(4) مون وٽ ڪوبه ڪونه آيو.

(5) هن جهڙو سخي مرد ڪٿي!

سوال 6- ضمير متصل جي جاءِ تي ضمير خالص ڪم آڻيو:

(1) ڪتاب موڪليو مانءِ.

(2) منهنجو نياپو مِليُئہ؟

(3) پگهار ڪڏهن ملندوَ؟

(4) هڪ هوٽل ۾ فون ڪيومانِ.

(5) ڪالھ ڪاپي ڏنيمانس.



سوال 1- هيٺيان جملا ڏُهرايو:

(1) پُٽَس کي ڪا سوکڙي ڏِنِيوَ؟

(2) پاڻهين ڪيڏانهن ويو آهي ؟

(3) ڪالهہ اچڻ لاءِ چيو هومانِ.

(4) سياڻي ڪراچِيءَ ويندس.

(5) ڪيس ڪوبہ چوڻ ڪونہ ويو.

(6) ڪين کھڙو اولاد آهي ؟

سوال 2- ڏنگين مان مناسب ضمير متصل چونڊي، اُنهن جي مدد سان جملا نئين سر لکو:

(1) هُن جي پٽ کي سٺي نوڪري ملي آهي (پُٽُن، پُٽَم، پُٽُس)

(2) منهنجو چاچو وڪيل آهي (چاچُن، چاچُم، چاچس)

(3) تنهنجو نانو بيمار آهي ڇا؟ (نانس، نانهين، نانُم)

(4) توهان جو پيءُ ڪٿي رهندو آهي؟ (پيئُم، پڻهين، پِڻسِ)

(5) منهنجيءَ ڌيءَ کي انعام مليو (ڌيڻهين، ڌيڻس، ڌيڻم)

سوال 3- درست لفظ تي ✔ نشان ڏيو:

(1) اڪبر ماڻس/ ماڻهين/ ماڻن/ کي اها خبر ٻڌائي هئي.

(2) پاڻُم/ پاڻهين/ پاڻس/ ڪراچيءَ وڃڻو آهي.

(3) پيڻم/ پيڻهين/ پيڻس لفظ ڪم آڻبو آهي.

(4) وٽم/ وٽس/ وَٽن/ يعني مون وٽ.

(5) اوهان جو ڏاڏو يعني ڏاڏوَ/ ڏاڏءِ/ ڏاڏم

سوال 4- ڏنگين مان فعل چونڊي جملن ۾ خال ڀريو:

(1) هن کي ڏهہ روپيا ....... (ڏناسين/ آيا/ ڏيکار)

رک تصديق، نہ تِي آواراہ،

ڪعبہ قبلِيْ ديد دواره،

مسجد مندر هڪڙو نور.

## سرائڪي ڪلام:

پِيلهون پڪيان ني وے

آ چُڻون رل يار، پيلون پڪيان ني وے!

ڪني بگڙيان ڪني ساويان پيليان، ڪني پوريان، ڪني ڦڪڙيان، نيليان،

ڪني اُوديان گلنار، ڪتويان رَتيان ني وے!

پِيلهون ڏيلهيان ديان گلزاران، ڪهين ڳُل توريان، ڪهين ڪهاريان

ڪني لا بيٺيان بار، پر پر پُڇيان ني وے!

خواجا صاحب سرائڪِي زبان جو بيمثال شاعر ٿِي گذريو آهي. هن جي ٻڌڻ سان، ٻڌندڙن تي درد ۽ فراق جو وڏو اثر ٿئي ٿو.

سرائڪِي جي هن عظيم ۽ باڪمال شاعر، 6 ربيع الثانِي 1319 ھ/ مطابق جولاءِ 1901ع ۾ هن جهان مان لاڏاڻو ڪيو. سندسن مزار 'ڪوٽ مٺڻ' ۾، سوالين ۽ حاجتمندن جو آماجگاھ آهي. سندس درگاھ تي هرسال وڏو ميلو لڳندو آهي، جتي هزارين عقيدتمند پنهنجي روحاني رهبر جي حاضرِي ڀَرِيندا آهن.

## مشقون

1- پنهنجي اُستاد کان ضمير متصل جي ڪارج ۽ اهميت جي باري ۾ تفصيل سان ڄاڻ حاصل ڪريو.

2- ضمير متصل، ضمير خالص جي جڳھ تي فعلن ۽ حرف جرن سان استعمال ڪيو ويندو آهي. پنهنجي اُستاد کان اها معلومات حاصل ڪريو.

دوها چيا آهن. سندس ڪلام جيترو پنجاب جي ماڻهن کي موهيو آهي، اوتروئي سنڌ جا ماڻهو سندس ڪلامُ وڏي چاهہ سان ٻڌندا آهن

مولانا محمد بخش کي ٻہ پٽ ڄاوا. هڪ جو نالو غلام فخرالدين رکيائين ۽ ٻئي جو نالو غلام فريد الدين رکيو ويو، پر هي درويش خواجا غلام فريد جي نالي سان هنڌين ماڳين مشهور ٿي ويو. هُو اڃا اٺن سالن جو مس هو تہ قرآن پاڪ حِفظ ڪري ورتائين. سندس والد جي وفات کان پوءِ، سندس وڏو پٽ مولانا فخرالدين، سجاده نشين بڻيو.

خواجہ فريدَ چوڏهن سالن جي عمر ۾ پنهنجي ڀاءُ جي هٿ تي بيعت ڪئي. سورهن سالن جي عمر ۾، ظاهِري ۽ باطِني علمن جا اهم اسرار حاصل ڪري ورتائين. هن درويش شاعر، پنهنجي ڪلام ۾، پنهنجي ڀاءُ ۽ روحانِي مرشد، مولانا فخرالدين، کي ڪيترن ئي هنڌن تي 'فخرِ جهان' جي لقب سان لکيو آهي.

1288هہ/ 1871ع ۾، پنهنجي ڀاءُ ۽ مرشد جي وفات کان پوءِ خواجا فريدُ، 28 سالن جي عمر ۾، اُن جي جاءِ تي سجاده نشين ٿيو. خواجا صاحب حج بيتِ الله جي ارادي سان ملتان، لاهور ۽ دهليءَ مان ٿيندو، اجمير شريف پهتو، جتي سندس دستاربندي ٿي؛ جتان پوءِ پاڻ حج تي هليو ويو.

سندس ڪلام جو مجموعو 'ڪافين' تي مشتمل آهي. سندس ڪلام ۾ سوزو گداز، سڪ، تڙپ ۽ بيقراريءَ کان سواءِ 'روهيءَ' جي قدرتي منظرن جِي عڪاسي ڪيل آهي. هيٺ سندس ڪلام مان نموني طور ڪي مصراعون پيش ڪجن ٿيون:

## سنڌي ڪلام:

سمجھہ سڄاڻي، غير نہ ڄاڻين،

سڀ صورت هي، عين ظهور.

# پڙهندڙ نسُل . پ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ "لُڙهندَڙ نَسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪانُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آس رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وٽن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصي ۽ تالي لڳل کِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمتائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، چاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽتر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)